# حَاصِلُ النَّهجِ



مصنف:

مخدوم جعفر بوبکائي ؒ




سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو

حيدرآباد-سنڌ

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري

طرفان "ٻين ٻولين مان سنڌي ۾ ترجمن واري رٿا" جي سلسلي جو ٻهريون ڪتاب

---

# حاصِلُ النّهج

[تعليمي طريقي بابت سنہ ٩٧٦هہ/ ١٥٦٨ع ۾ تصنيف ڪيل قيمتي ڪتاب]


مصنف

مخدوم جعفر بوبڪائي رح

اصل فارسي ڪتاب جو تحقيق ڪندڙ ۽ مرتب

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

مترجم

عبدالرسول قادري بلوچ



سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ پاڪستان

١٤١٣هہ/١٩٩٣ع

ٻھريون ڇاپو: رمضان ١٤١٣ھ/ مارچ ١٩٩٣ع
تعداد: هڪ هزار
قميت: ٢٠ روپيا

ملڻ جو هنڌ :

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
سنڌي صوبائي ميوزيم نيشنل هاءِ وي
حيدرآباد، سنڌ پاڪستان

۽

مرڪزي ڪتاب گهر نمبر٩٧٢
گل شاهہ محلو
گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ پاڪستان

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري جي سيڪريٽري عنايت الله جوڻيجي ڇپائي شايع ڪيو.

# پيش لفظ

ٻين ٻولين مان ترجمن ذريعي سنڌي ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي سرمايي کي وڌائڻ، ”سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري“ جي عملي رٿائن مان هڪ اهم رٿا آهي. هن ڪتاب جي تياري ۽ اشاعت ان ڏس ۾ پهريون قدم آهي.

گهڻائي ڪي ڪتاب ترجمي جي لائق آهن، پر خاص طرح اهي ڪتاب جيڪي خالص علمي موضوع سان تعلق رکن ٿا ۽ پڻ جن جو سڌيءَ طرح يا بالواسط سنڌ سان ڪو لاڳاپو آهي تن جي ترجمن کي ترجيح ڏيئي سگهجي ٿي. هن ترجمي وارو اصل فارسي ڪتاب ”علم تعليم“ (Education) بابت آهي. ۽ اهو سنڌ جي هڪ وڏي عالم ۽ استاد لکيو آهي ۽ تعليمي فڪر جي لحاظ سان پڻ وڏي اهميت وارو آهي، انهيءَ ڪري اهو ان لائق آهي جو ان سان اداري جي ترجمن واري رٿا جي شروعات ڪجي.

هي ڪتاب بين الاقوامي سطح تي علم تعليم جي تاريخ ۾ اهميت رکي ٿو، پيشرو نقطئه نظر کان، ”علم تعليم“ بابت يورپ جي عالمن پوءِ ڪتاب لکيا. ١٦ صدي ۽ ان کان اڳ هن علم ۽ فن بابت پهريان ڪتاب مسلمان عالمن ۽ استادن لکيا جن مان هڪ ڪتاب هيءُ آهي. موجوده ڄاڻ موجب، ان کان اڳ پنج ڪتاب ٻين عالمن ۽ استادن لکيا ۽ ڇهون ڪتاب اهو هو جنهن جو هيءَ خلاصو آهي. عربي ۾ لکيل انهن ڪتابن جو تفصيل هن طرح آهي:

١. آدَابُ المُعَلِّمِين (استادن جو ضابطو). هيءُ ڪتاب اندلس (سپين) جي عالم ۽ استاد عبدالسلام سحنون لکيو جيڪو

سندس فرزند محمدبن سحنون (وفات ٢٥٦هه / ٨٧٠ع) جي ايڊيشن ۾ سلامت رهيو آهي ۽ سنہ ١٣٤٨هہ/ ١٩٢٩ع ۽ ٽيونس مان ڇپيو. هيءَ ڪتابڙو "علم تعليم" جي بين الاقوامي تاريخ ۾ غالباً پهريون ڪتاب هو جيڪو ٽي صدي هجري (نائين صدي عيسوي) ۾ لکيو ويو.

٢. الرِّسَالةُ الْمُفَصَّلَةَ لِاَحْوَالِ الْمُتَعَلِّمِيْنَ وَ اَحْكَامِ الْمُعَلِّمِيْنَ وَالْمُتَعَلِّمِيْنَ (شاگردن جي حالات ۽ استادن شاگردن جي ضابطن بابت تفصيلي رسالو). هيءَ ڪتاب قيروان جي عالم ۽ استاد ابو الحسن علي بن محمد القابسي (٦٣٠- ١٠١٢ع) لکيو جنهن ۾ سحُنون جي نظرين جو حوالو ڏنائين. هيءَ ڪتاب ڇپجي چڪو آهي.

٣. جَامِعُ بَيَان الْعِلْم وَفَضلة (علم ۽ ان جي فوقيت بابت جامع ڪتاب). هيءَ ڪتاب پورچوگال جي وڏي عالم ۽ استاد ۽ حديث جي ماهر حافظ اِبن عَبد البَرّ (وفات ٤٦٣هہ : ان وقت سپين ۽ پور ڇاگا ۾ مسلمانن جي حڪمراني هئي) تصنيف ڪيو.

٤. تَعْلِيْمُ الْمُتعَلّم طَرِيْق الـتَّعَلّمَ (شاگرد جي سکيا ۽ پڙهڻ جو طريقو). هيءَ ڪتاب سمرقند طرف جي عالم ۽ استاد برهان الدين الزَرنُو جي ١٢. صدي عيسوي جي خاتمي ڌاري لکيو. ڪتاب ڪيترائي ڀيرا ڇپجي چڪو آهي. ان جو انگريزي ترجمو سنہ ١٩٤٧ع ۾نيويارڪ مان ڇپيو.

٥. تَذْكِرَة السَّامِعْ وَالْمتَكَلِم (ڳالهائيندڙ ۽ ٻڌندڙ جو ذڪر سوال جواب جي صورت ۾ تعليمي مسئلن بابت گفتگو). مشهور ڪتاب جيڪو سنہ ١٣٥٣هہ ۾ حيدرآباد مان ڇپيو.

٦. نَهجُ التَّعَلّم (پڙهڻ پڙهائڻ جو طريقو). هيءَ تفصيلي ڪتاب سنڌ ۾ بوبڪ شهر جي وڏي عالم ۽ استاد مخدوم جعفر

بُوبڪائي عربيءَ ۾ لکيو جنهن جو خلاصو پوءِ فارسيءَ ۾ 'حاصل النَهج' (ڪتابُ نَهجُ جو خلاصو) جي نالي سان سنہ ٩٧٦ هجري (١٥٥٨ع) ۾ تيار ڪيائين تہ جيئن استادن لاءِ آساني سان رهنمائي ٿي سگهي.

موجوده ڄاڻ موجِب، ١٦ صدي عہ تائين پوري ايشيا ۾ سمر قند طرف جي عالم ۽ استاد برهان الدين زرنو جي ڪان پوءِ سنڌ جي عالم ۽ استاد مخدوم جعفر تعليمي نظام جي سڌاري ۽ وڌاري تي سوچيو ۽ لکيو. زَرنَوجي کي اهو شرف حاصل آهي جو هن ڀهريائين تعليمي نظام ۽ پيشي تي قلم کنيو. البت زرنوجي جي ڪتاب ۽ مخدوم جعفر جي هن ڪتاب کي ڀيٽڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم جعفر جي تعليمي فڪر روشن مستقبل واري جهلڪ وڌيڪ نمايان نظر اچي ٿي. فصل- ١٣ ۾ "استاد ۽ شاگرد" جا آداب جي عنوان هيٺ بيان ڪيل سندس وضاحتن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هو جمهوري تعليمي نظام جو حامي هو، جنهن ۾ استاد ۽ شاگرد ٻنهي جي عزت ۽ عظمت، پڙهڻ پڙهائڻ ۾ ٻنهي جي محنت ۽ رفاقت، ۽ ٻنهي جي فرضن ۽ حقن جي حفاظت شامل هجي. مثلاً :

- پڙهڻ رهڻ جي جاءِ ڪشادي ۽ صاف سٿري هجي.
- استاد کي استاد هئڻ تي شڪر ڪرڻ گهرجي، هو پنهنجي علم تي فخر نہ ڪري.
- اميرن ۽ وڏي ماڻهن جي درن تي هلي وڃي پڙهائڻ سان استاد پنهنجي توڙي علم جي عزت ۽ اهميت نہ گهٽائي.
- ڪنهن سوال جو جواب معلوم نہ هجي تہ استاد مڃي تہ ڏٺي ڄاڻي مون کي خبر ناهي.

● استاد پنهنجي شاگردن کي روکي ته جيئن هو سندس بيجا تعريف نه ڪن.

● استاد ائين نه چاهي ته جڏهن هو ڪلاس ۾ اچي ته شاگرد سندس تعظيم خاطر اٿي بيهن.

● استاد شاگردن تي اهو تورو نه ٿڦي ته هو سندن استاد آهي.

● شاگرد جي لاءِ لازمي آهي هر ممڪن طرح استاد جو ادب ڪري ۽ سندس گهڻي ۾ گهڻي خدمت ڪري.

تعليمي نظام، تعليمي نصاب، تعليمي نفسيات، استادن شاگردن جي تعلقات وغيره بنيادي موضوعن تي هن مختصر ڪتاب ۾ اهڙيون وضاحتون ۽ اهڙا اشارا موجود آهن، جيڪي هاڻي ويهين صدي ۾ وڃي تعليمي نظريي طور تسليم ٿيا آهن ۽ جن بابت گهڻو ڪجهه لکي سگهجي ٿو.

جڏهن سوچجي ٿو ته مخدوم جعفر هيءُ مختصر ڪتاب اڄ کان چار سو پنجويهه سال اڳ سنه ١٥٦٨ع ۾ تصنيف ڪيو، تڏهن سندس تعليمي نظريي جي عظمت ۽ اهميت بلڪ انقلابي نوعيت جو اندازو ٿئي ٿو.

لائق استاد ۽ اديب محترم عبدالرسول بلوچ کي جس جڳائي جنهن اصل فارسي ڪتاب تان هيءُ ترجمو صحيح ۽ سهڻي نموني ۾ ڪري وڏي علمي خدمت ڪئي آهي.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**
**چيئرمين**
**سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو**

**رمضان ١٤١٣هه**
**٦ مارچ ١٩٩٣ع**

# فهرست

| صفحو | عنوان |
|---|---|

عنوان | صفحو





## مترجم طرفان مهاڳ

بسم الله الرّحمٰن الرّحيم○

الحمدُلله رَبّ العالمين والصّلواةُ والسّلامُ علىٰ سيّدالمُرسلين وعلىٰ وآلِه واَصحابه اَجمعين.

اسلام، علم پرائڻ ۽ علم جي واڌاري ۽ سڌاري تي گهڻو زور ڏنو آهي. ان ڏس ۾ اسان جي نبي سڳوري حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم تي جيڪو پهريون وحي نازل ٿيو، ان ۾ به "اِقرَاَ" جو ارشاد آهي. "عَلَّمَ بِالْقَلَمِ" وسيلي به علم جي اهميت ۽ عظمت ظاهر ٿئي ٿي. ان ڪري پياري پيغمبر صلي الله عليہ وسلم هر مسلمان مرد ۽ عورت تي علم حاصل ڪرڻ فرض ڪيو ۽ پينگهي کان وٺي قبر تائين علم جي طلب جو امر فرمايو. اڳتي هلي ديني ۽ تعليمي ميدان ۾ مسلمان مفڪرن ۽ تعليمي ماهرن تمام گهڻيون ڪوششون ورتيون. ڪيترائي تفسير، حديث، فقه، صرف، نحو، حڪمت، ادب، منطق ۽ تصوف وغيره جي موضوعن تي ڪتاب لکيا ويا. خود حضور جن ۽ خلفاءِ راشدين کان وٺي هن وقت تائين جن تعليمي ميدان ۾ خدمتون ڪيون، انهن ۾ امام اعظم، امام مالڪ، امام شافعي، اما احمد بن حنبل، امام غزالي، ابن خلدون، بوعلي سينا، علامه سيوطي، مخدوم جعفر بوبڪائي، ابوالحسن ٺٽوي، شاه ولي الله دهلوي، عبدالحق محدث دهلوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، علامه داؤد پوٽو، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا نالا قابل ذڪر آهن.

## مصنف جي زندگيءَ جو احوال:

سنڌ جي علمي تاريخ ۾ هر صدي جا وڏا عالم ۽ مشاهير، صوفي ۽ ڏاها، مصنف ۽ شاعر ان صدي جي سالن کي سونهن بخشيندا رهيا آهن. انهن مشاهير عالمن ۾ ڏهين صدي هجري جي مخدوم جعفر بوبڪائي جو نالو علمي ميدان ۾ روشن نظر اچي ٿو.

"بوبڪ" شهر جي نالي پوڻ بابت هي ٽي ڳالهيون مشهور آهن:

١ـ بوبڪ نالي سان اتي هڪ گاهه ٿيندو آهي، جيڪو ٻئي هنڌ نه ٿيندو آهي. انهي هن شهر تي اهو نالو پيو.

٢ـ بوبڪ ٻن لفظن مان جڙيو آهي: بوءِ- بڪ. هتي مڇيءَ جي واپار ۽ شڪار ٿيڻ ڪري ٻئي شيون لين ٿيون، ان ڪري هن شهر تي اهو نالو پيو.

٣ـ هن شهر جي رهاڪن جي وڏي ڏاڏي جو نالو ابوبڪر هو، جنهن اهو شهر آباد ڪيو ۽ هن شهر تي اهو نالو پيو ۽ اڳتي هلي ابوبڪر مان "بوبڪ" بنجي پيو. (١)

## خانداني احوال:

مخدوم محمد جعفر بوبڪائي عباسي گهراڻي جو بزرگ هو. سندس نسب جو سلسلو حضرت عباس رضي الله عنه سان هن ريت ملي ٿو: مخدوم جعفر رحمة الله عليه بن مخدوم ميران بن محمد يعقوب بن نورالدين بن مرذوق بن شيخ قلندر بن مروه بن ميراه بن عاري بن شيخ توغان ابوبڪر بن شيخ محمد بن شيخ ابوبڪر بن

---

(١) مخدوم جعفر بوبڪائي "المتانة في مرمة الخزانة" عربي، مرتب علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، ١٩٦٢ع مقدمو ص٣.

سلطان خلجي خان بن سلطان تارڪ بن سالار خان بن بزدار خان بن سلطان اندسن بن ابوبڪر بن هاشم بن عبدالله بن عباس بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبد مناف (١).

مخدوم جعفر جو والد مخدوم ميران ولد مولانا يعقوب بہ معقولي ۽ منقولي علمن جو جامع هو. مرزا شاه حسن کي بہ ڪجھ وقت تعليم ڏني هيائين. اڪثر طالب، علم جو نور سندس روشن طبع جي فانوس مان وٺندا هئا. هو سنہ ٩۴٩هجري ۾ گذاري ويو. "عَلَامَہ وَارِثُ الۡاَنۡبِيَاء" سندس تاريخ وفات آهي. هن جي مزار مڪلي ٽڪريءَ تي آهي (٢).

## ولادت ۽ تعليم وتربيت:

مخدوم جعفر جي شروعاتي زندگيءَ جو احوال ڪونہ ٿو ملي، پر اندازاً سنہ ٩٣٠هجري ڌاري ڄائو. سندس پرورش پنهنجي والد وٽ ٿي. گهڻو ڪري عربي فارسي جي تعليم بہ پنهنجي پيءُ وٽ حاصل ڪيائين ۽ پاڻ پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ تعليمي ماهر بڻيو. ديني درس تدريس ۽ تصنيف تاليف جون وڏيون خدمتون سرانجام ڏنائين، پاڻ شرعي علوم سان گڏ حڪمت، نجوم، جفر ۽ رمل جو بہ وڏو ڄاڻو هو. پاڻ سنہ ٩٥٨هہ ۾ حج پڙهيائين ۽ پڻ تعليم جي تڪميل ڪيائين.

---

(١) اي- آر صديقي "مخدوم جعفر بوبڪائي" رسالو "نئين زندگي"، پريس انفارميشن ڊپارٽمينٽ حيدرآباد، جلد٣٠، نمبر١، جنوري ١٩٨٧ع، ص٦.
(٢) مير علي شير قانع ٺٽوي "تحفة الڪرام" مترجم سنڌي مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنہ ١٩٧٦ع، ڇاپو ٻيو، صہ ٥٣٧.

## شخصيت ۽ فضيلت:

مخدوم جعفر جو احوال تحفة الڪرام ۾ هن ريت آيل آهي:

مخدوم جعفر ولد مخدوم ميران، مخدوم نوح (وفات ٩٩٨هه) جو همعصر، ڪمالات جو جامع ۽ زبردست عالم ٿي گذريو آهي. چون ٿا ته هڪ ڏينهن مخدوم نوح رحمة الله عليه فرمايو ته "مان خدا تعاليٰ کي هن اکين سان ڏٺو آهي." مخدوم جعفر فرمايو ته، "توهان هن اکين سان ڪونه ڏٺو هوندو. هن حقيقت جي ظاهر ڪرڻ خاطر، توهان کي گهرجي ته جڏهن به توهان کي اهڙي حالت پيدا ٿئي، تڏهن ڪنهن خادم کي پنهنجين اکين بند ڪرڻ جو امر فرمايو، پوءِ به جيڪڏهن خدا تعاليٰ جو ديدار قائم رهي ته پوءِ يقين ڄاڻو ته اهو ديدار هن ظاهري اکين سان آهي. ۽ اهو ديدار ڪو رواجي ديدار نه آهي." مخدوم نوح هن تجربي ڪرڻ کان پوءِ فرمايو ته "جي نه هجي ها جعفر ته نوح ٿئي ها ڪافر" (١).

مقالات الشعراء فارسي ۾ قانع به مخدوم جعفر بابت عجيب حڪايتون لکيون آهن. جن کي هن دور ۾ شايد اعتبار جوڳو نه ڄاتو وڃي، پر انهن حڪايتن مان سندس علمي عظمت ۽ شان شوڪت ظاهر ٿئي ٿو.

سندس تصنيف گهٽي آهي.... سندس اشعارن مان هي مشهور شعر آهي:

بهارِ طرّه دلدار طرفه رنگي داشت
که آهوانِ حرم را بصيد مي آورد.

---

(١) مير علي شير قانع ٺٽوي "تحفة الڪرام" مترجم سنڌي مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنه ١٩٧٦ع، ڇاپو ٻيو ص ٣٧٤

مطلب تہ محبوب جي زلفن جو اهڙو تہ وڻندڙ رنگ آهي جو حِل تہ حرم جي هرڻن کي بہ شڪار ٿا ڪن. (١)

مخدوم صاحب پنهنجي حياتيءَ جي پوئين دور ۾ منطق جي ڪتابن کي درياء ۾ ٻوڙي ڇڏيو. رڳو حديث ۽ تصوف جي ڪتابن جيئن: احياء علوم الدين، عوارف المعارف ۽ فصل الخطاب ۽ اهڙن ٻين ڪتابن جو مطالعو ڪندو هو (٢).

تاريخ معصومي جو مصنف، مير معصوم بکري (٩۴۴ـ ١٠١٩هـ) مخدوم صاحب جو ويجهو همعصر آهي،ان سنڌ تي ارغونن جي حملي بابت مخدوم جعفر جي بيان جو حوالو ڏنو آهي تہ، "مخدوم جعفر جيڪو سنڌ جي عالمن مان هڪ هو، ان مرزا عيسيٰ ترخان کان نقل ٿي ڪيو تہ، هن حملي ۾ مغل هڪ هزار اٺ ڪاهي ويا، جيڪي رات جو باغن جي نارن ۾ وهندا هئا" (٣).

## وفات ۽ اولاد:

مخدوم صاحب جي وفات ڏهين صدي هجري جي آخر ڌاري ٿي. جيئن مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب "حاصل النهج" لکڻ جي تاريخ ٩٧٦هجري لکي آهي. جنهن مان ظاهر آهي تہ، پاڻ ٩٧٦هجري کان بعد ۾ ۽ ڏهين صدي هجري جي آخر ڌاري وفات ڪئي هوندائين. سندس مزار بوبڪن ۾ مشهور آهي ۽ پٿر جي ٿهيل آهي، پر ان تي سن تاريخ ۽ وفات جو ڪتبو لڳل ڪونهي.

---

(١) علي شير قانع ٺٽوي "مقالات الشعراء" فارسي، مرتب سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، ١٩٥٧ع، ص ١٥٠ـ ١٥١.
(٢) مقدمہ المتانۃ في مرمۃ الخزانۃ عربي ص٥ ، الرحيم نومبر ڊسمبر ١٩٨٨ع.
(٣) مير معصوم بکري "تاريخ معصومي" مترجم مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، ١٩٥٩ع، ڇاپو ٻيو، ص١٥٠.

قائم لکي ٿو تہ. مخدوم جعفر جي اولاد ۾ فضيلت ۽ ڪمال اچ ڏينهن تائين هلندو ٿو اچي. مخدوم عبدالغني، مخدوم نورالدين جن تي ڪماليت ۽ فضيلت ختم هئي ۽ سندن جهڙو هر فن مولٰي ڪونہ هو، سي سندن مخدوم جعفر جي اولاد مان هئا. هڪڙو محمد مراد ياب خان جي حڪومت وارن ڏينهن ۾ ۽ ٻيو ميان غلام شاه خان جي زماني ۾ گذاري ويو. سندن اولاد اجان تائين مشهور ۽ موجود آهي.

## تصنيفات:

مخدوم جعفر بوبڪائي جي نون (٩) ڪتابن جا نالا موجود آهن. اهي گهڻو ڪري عربي- فارسي ۾ آهن. ممڪن آهي جو سنڌي ۾ بہ سندس ڪتاب لکيل هجن، پر هن وقت تائين انهن جو پتو ڪونہ ٿو پوي. سندس هي ڪتاب مشهور آهن:

١ـ اَلْمَتَانَۃُ فِيْ مَرمَۃ الخَزَانَۃ
٢ـ اَلْبَشَارَۃُ فِي الْعَمَلِ بِالْاِشَارَۃِ
٣ـ اَلصَّادِقُ الْمُنصِفُ الْمُحَقِّ
۴ـ عجَالَۃ الطَّالِبِيْن
۵ ـ فَتْحُ الدَّارَيْن
٦ـ حَل الْعُقُوْدُ فِيْ طَلَاقِ السُّنُوْدِ
٧ـ قرنۃ في مرنۃ و پرنۃ
٨ ـ نَهْجُ التَّعَلُّم
٩ـ حَاصِلُ النَّهْج فارسي (١).

## حَاصِلُ النَّهْج:

مخدوم جعفر بوبڪائي تعليم ۽ تربيت جي فلسفي ۽ اصولن تي اڳ ۾ هڪ ڪتاب "نهج التعلم" (Methods of Education)

---

(١) "حاصل النهج" جو تحقيقي مقدمو (ص ۴) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ انهن نون ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي.

عربي ۾ لکيو هو. جيڪو هن وقت اڻلڀ آهي، پر هن ڪتاب جا سنڌي عالمن خاص طرح مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (١١٠۴هہ-١١٧۴هہ) جي "بياض هاشمي" ۾ گهڻا حوالا ملن ٿا.

"حاصل النهج" تعليمي ميدان ۾ مخدوم جعفر بوبڪائي جو فارسي ۾ لکيل ڪتاب آهي، جيڪو عربي ڪتاب "نَهجُ التّعلّمَ" جو خلاصو ۽ نچوڙ آهي ۽ پنهنجي موضوع مطابق منفرد ڪتاب آهي. هي رسالو صفر مهيني سنہ ٩٧٦هجري مطابق آگسٽ ١٥٦٨ع تي لکجي پورو ٿيو. رسالي ۾ ١٩ فصل ۽ ٦٠ صفحا آهن. مخدوم صاحب ڪتاب جي ديباچي ۾ لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ احوال تہ جڏهن تعليم ۽ سکيا بابت تفصيلي ڪتاب "نَهجُ التَّعلُمَ" (علم سکڻ جو رستو) مرتب ڪيم تہ ان کان پوءِ ان ڪتاب جي مقصدن جو خلاصو ۽ عرق جدا لکيم. ان اختصار جو نالو "حاصل النهج" رکيم. تہ جيئن هر سيکڙات ۽ نئون تعليم پرائيندڙ شاگرد، هن اختصار ۽ خلاصي مان واقف ٿئي ۽ علم سکڻ جي راهہ ۾ ان طالب علم کي ڪامل بصيرت ۽ پوري ڄاڻ حاصل ٿئي. جيڪڏهن اڳان بہ جنهن کي علم ۽ سکيا جي اصولن جي وڌيڪ ضرورت ٿئي تہ اهو اصل ڪتاب "نهجُ التَعلّمَ" ڏي رجوع ڪري. ان معلومات پرائڻ کان پوءِ ڪتاب جي ليکڪ کي دعاءِ خير کان نہ وساري."

جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق موجب، مخدوم

جعفر بوبڪائي بهترين عالم ۽ استاد هو. هو صحيح اصول تعليم سيکارڻ سان محبت ۽ فرد توڙي معاشري جي اخلاق سڌارڻ ۾ به چاهه رکندو هو. ان کي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ دوران جيڪي تعليمي مسئلا سامهون آيا، انهن جي آڌار تي هن استادن ۽ شاگردن جي سکيا جا طور طريقا لکيا. هو ان ڏس ۾ تعليم جا مسئلا ۽ مقصد به سيکاري ٿو ۽ اهو به سمجهائي ٿو ته تعليمي ميدان ۾ تجربا ۽ مشاهدا ڪيئن اختيار ڪجن. (حاصل النهج جو انگريزي مقدمو ص ٥).

مخدوم جعفر بوبڪائي هن ڪتاب ۾ علمي دنيا جو نفسياتي مطالعو ڪري، علم جي عظمت سان گڏ استاد ۽ شاگرد جون ذميواريون، جوابداريون، فرائض ۽ آداب بيان ڪيا آهن. گهڻا تعليمي نظريا جيڪي اڄوڪي سائنسي دور جي ايجاد آهن، اهي به اختصار سان هن رسالي ۾ (ڇڻ ته) شامل آهن. جيڪڏهن اڄوڪي دور جا عالم استاد ۽ شاگرد انهن اصولن جو گهرو مطالعو ڪري، انهن تي عمل پيرا ٿين ته اسان جي تعليمي ادارن ۾ پيدا ٿيل ناسازگار ۽ غير يقيني واريون حالتون ختم ٿي سگهن ٿيون. استاد ۽ شاگرد هڪ ٻئي کي پنهنجو همدرد ساٿي سمجهي، ويجها وساري ڪيرڪنڊ ٿي رهي سگهن ٿا. هن ڪتاب ۾ سمايل اعليٰ انساني قدرن تي عمل ڪري، نفرت ۽ انتقام جي پاڙ پٽي، اخوت ۽ محبت، امن ۽ شرافت جو پائدار ۽ مايه دار ٻج پوکي سگهجي ٿو. انهن سونهري اصولن تي عمل ڪري، اڄ به علمي ماحول کي ادب ۽ اخلاق، علم ۽ عمل جو گلشن بنائي سگهجي ٿو ۽ ان علمي گلشن جي هبڪار دماغ ۽ دل کي معطر ڪري اسان جي موجوده علمي ماحول کي سرهاڻ

سان واسي سڄڻ پريو ڪري سگهي ٿي.

مخدوم جعفر بوبڪائي جي لکيل هن ڪتاب "حاصل النهج" کي جيتوڻيڪ سوا چئن سون سالن کان بہ مٿي جو عرصو گذريو آهي، پر عبارت جي پختگي، اعليٰ اخلاقي قدرن، نصيحت ڀرين نڪتن ۽ تعليمي اصولن جي ڪري اهو اڄ بہ نئون نکور ٿو لڳي ۽ موجوده تعليمي دور ۾ پڻ قابل عمل آهي.

هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ايڊٽ ڪري، ان جو نچوڙ ۽ مقدمو انگريزي ۾ لکي، سنہ ١٩٦٩ع ۾ سنڌ يونيورسٽي طرفان ڇپرايو هو ۽ هاڻي اصل ڪتاب جو سنڌي ترجمو حاضر آهي.

جن کي دؤر درد جو، سبق سور پڙهن،
فڪر ڦرهي هٿ ۾، ماڻ مطالع ڪن،
پنو سو پڙهن، جنهن ۾ پسڻ پرينءَ جو. (شاه)

٢٧ رجب ١٤١٢هـ
٢ فيبروري ١٩٩٢ع

طالب العلم
عبدالرسول قادري بلوچ
دڙي مڳسي سڪرنڊ
ضلعو نواب شاه، سنڌ

# مصنف جو ديباچو

## بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اڻ ڪٿ اڻ ڳڻ حمد ۽ شڪر جهانن جي پالڻهار کي جڳائي، جنهن هر ڪنهن کي پنهنجي همت ۽ حال آهر مرتبو ڏنو آهي. اڻ ڪٿ درود ۽ سلام حضرت مُحَمَّد ڪارڻي صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ تي، جنهن جي ڪري الله تعاليٰ دنيا کي پيدا ڪيو، هر لحاظ سان ڪين ڪامل ۽ برتر بنايو ۽ مقام محمود جو درجو پڻ عطا فرمايو. حضور جن جي آل اولاد ۽ امت جي پرهيزگارن تي پڻ رحمتون هجن. الله تعاليٰ جي هيڪڙائي ۽ رَسُوۡلُ الله صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ جي رسالت جي شاهدي تو ڏيان، ته جيئن مقصد ۽ مراد حاصل ٿئي.

حَمۡد ۽ صَلَوَاة کان پوءِ احوال ته جڏهن تعليم ۽ سکيا بابت تفصيلي ڪتاب "نَهجُ التَّعَلُّم" (علم سکڻ جو رستو) مرتب ڪيم ته، ان کان پوءِ ان ڪتاب جي مقاصد جو خلاصو ۽ نچوڙ جدا لکيم. ان اختصار ۽ نچوڙ جو نالو "حاصل النهج" رکيم، ته جيئن هر سيکڙات ۽ نئون تعليم حاصل ڪندڙ شاگرد، هن اختصار ۽ نچوڙ مان واقف ٿئي ۽ علم سکڻ جي راهه ۾ ان طالب علم کي ڪامل بصيرت ۽ پوري ڄاڻ حاصل ٿئي.

وڌيڪ اڃان به جنهن کي علم ۽ سکيا جي اصولن جي ضرورت ٿئي ته، اهو اصل ڪتاب "نهج التعلم" (Methods of Education) ڏانهن رجوع ڪري. ان معلومات حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڪتاب جي مرتب (خادم جعفر بوبڪائي) کي دعا خير کان نه وساري.

## فصل پهريون

### علم جي پلائي، نيت ۽ تحصيل جو بيان

دنيا ۽ آخرت ۾ ڪم ايندڙ ڪابہ پلائي، هنر ۽ ڪاريگري، علم ۽ علم جي طلب کان وڌيڪ فائديمند نہ آهي. ڇوتہ علم ئي ٻنهي جهانن ۾ عزت ۽ ڪاميابي جي نشاني آهي. هميشہ جي سعادت ۽ الله تعاليٰ جي راضپي جو وسيلو بہ علم آهي، پر علم جي طلب جو مقصد آخرت جي پلائي طلبڻ، الله تعاليٰ جي سڃاڻپ ۽ راضپو حاصل ڪرڻ پنهنجي اهل وعيال، دوستن، ساٿين کان جهالت کي تڙي ڪڍڻ ۽ دين اسلام سکڻ ۽ وڌائڻ هجي. علم ان لاءِ نہ پڙهجي تہ ماڻهن سان اجايو بحث مباحثو ۽ مقابلو ڪري ۽ پاڻ کي وڏو ماڻهو ثابت ڪري يا رڳو دنيا جو ڏيک ويک ۽ نٽ ٺانگر حاصل ڪري. بهرحال علم جي طلب ۽ ڪوشش کان شاگرد بس نہ ڪري. ڪهڙي خبر تہ اڳتي هلي، علم ان جو دستگير ٿئي ۽ ان لاءِ ڪاميابيءَ جون واٽون کولي ڇڏي.

# فصل ٻيو

## علم فقه ۽ شريعت جي معنيٰ

ڄاڻڻ گهرجي تہ عقل وٽ علم جي ظاهري معنيٰ آهي ڄاڻ. فقيهن وٽ علم جازم حڪم آهي جنهن جي ذريعي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. پوءِ اهو علم عقلي هجي يا نقلي يا ان کانسواءِ هجي.

فقه جي لفظ کي اسلامي عقيدن جي سڃاڻپ لاءِ استعمال ڪندا آهن. انهن اسلامي عقيدن جي معرفت، يقيني دليلن سان حاصل هجي يا اخلاق سان، فقه ۾ شرعي حڪمن، مهارت جو ارادو يا باقي استنباط (قرآن، حديث ۽ اجماع امت مان دليل وٺڻ) جي معرفت ۽ سڃاڻپ ٿئي ٿي. آئنده جي معرفت يا انهن ئنهي موجب عمل ٿئي ۽ ظاهري معنيٰ بہ انهن ٻنهي حڪمن جي سڃاڻپ ۽ مهارت واري بيان ڏيل آهي. شرعي حڪم اهو آهي جيڪو الله تعاليٰ جي خطاب سان ثابت ٿئي ۽ ان جو تعلق عقائد يا افعال مڪلفات (اهي ڪم جن جي الله تعاليٰ طرفان انسانن کي تڪليف ڏني وئي آهي) سان هجي، پر اها تڪليف انسانن جي گُهر يا اختيار سان هجي. جيئن ”فَاسْعَوْا- فَانْتَشِرُوْا“ (معنيٰ پوءِ ڪوشش ڪريو- پوءِ پکڙجي وڃو.) يا سببن ناهڻ، شرطن ۽ وقتن جي نشاني، خاص حڪمن سان هجي. جيئن پنج وقت.

شريعت خدائي قانون آهي. شريعت اها آهي، جنهن جي ذريعي انسان، عقائد، افعال ۽ اقوال جا قِسم ڄاڻن ٿا. ان تي ابدي سعادت ۽ دنياوي ڪمن جو دارومدار آهي. گذريل زماني ۾ فقه کي ٽن معارف يا معنائن ۾ استعمال ڪندا ۽ پڻ انهن موجب عمل ڪرڻ کي

ضروري ڄاڻندا هئا. ٻہ معرفتون تہ گذري آيون ۽ ٽين معرفت دنيا ۽ آخرت جا ڪم ۽ نفس جون آفتون آهن. حقيقت ۾ ڪامل فقيہ يا استاد اهو آهي، جيڪو علم سان گڏ عمل جو ٻہ ڪوڙيو هجي.

# فصل ٽيون

## علم جي ورهاست يا درجي بندي

علم جا ٽي قسم آهن: پهريون شرعي يا مذهبي علم، ٻيو ادبي علم، ٽيون طبعيات ۽ فلسفو.

**پهريون قسم- مذهبي يا شرعي علم:** هن علم جا پنج قسم آهن (١) علم ڪلام: هن علم ۾ اهل اسلام جي عقيدن بابت بحث ڪيو ويندو آهي. (٢) علم اصول فقه: اصول فقه ۾ شرعي حڪمن، دليلن، مڪلف افعال ۽ عملن جي احوال بابت بحث ڪيو آهي. (٣) علم فقه: فقه، اسلامي قانون سازي کي چئبو آهي. فقه ۾ مذهب ۽ باب گهڻا آهن. انهن ۾ فرائض ۽ تصوف به شامل آهن. انهن ٻنهي علمن (فرائض ۽ تصوف) کي به الڳ ڪري ڳڻيو وڃي ٿو. (٤) علم قرآن: هن ۾ جيڪي قرآن سان تعلق رکندڙ اصول آهن تن بابت بحث ڪيو ويندو آهي. جيئن علم تجويد ۽ علم تفسير. (٥) علم حديث: علم حديث ۾ وحي غير متلو ۽ ان سان تعلق رکندڙ علمن بابت بحث ڪيو ويندو آهي، علم حديث ۾ گهڻا علم ۽ احوال آهن جيئن: علم متن حديث، علم اصول حديث، اسناد جي راوين بابت جرح ۽ تعديل، علم وفيات انهن جي تاريخ، متن ۽ سند تي تنقيد جو علم ۽ ان کانسواءِ حديث جي راوين جي نالن، نسبن، لقبن ۽ ڪنيتن ياد ڪرڻ جو علم.

**ٻيو قسم ـ ادبي علم :** جنهن جي وسيلي عربي لفظن جي

لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو طريقو ۽ سيکارڻ حاصل ٿئي ٿي. ادب جا ٻارهن قسم آهن: (١) علم لغت (٢) صرف (٣) اشتقاق (۴) نحو (۵) معاني (٦) بيان (٧) بديع (٨) عروض (٩) قافيه (١٠) شعر جي تقطيع (١١) اِنشَاء النثر (١٢) محاضره يا گفتگو.

**ٽيون قسم - علم حڪمت ۽ فلسفو:** هن علم ۾ شين جي قسمن جي سڃاڻپ بابت بحث ڪيو ويندو آهي، جيڪي وجود ۾ انساني ارادي ۾ آهن. ان ۾ جيڪو شريعت جي مخالف آهي، اهو رد ڪيل ۽ غلط آهي. هن علم جا ٻہ قسم آهي (الف) عملي (ب) نظري.

**الف) عملي:** هن جا وري ٽي قسم آهن (١) علم سياست (٢) معاشيات (٣) اخلاقيات.

(١) علم سياست يا تدبير مدن: هن ۾ اهو بحث ڪيل هوندو آهي تہ- شهرن جي تدبير جنهن ۾ شهرن ۽ ڏِهن بابت ڪيئن انتظام ڪجي.

(٢) معاشيات يا تدبير منزل: جنهن ۾ روزگار، نوڪرن چاڪرن، موجود ۽ ٻاهرين جي معاش بابت انتظام هلائڻ آهي. جنهن ۾ نوآبادي ۽ چرندڙ آبادي جي بهبودي بہ اچي وڃي ٿي.

(٣) علم الاخلاق: هن کي شريعت جا عالم ۽ ڄاڻو علم تصوف چوندا آهن. علم تصوف شرعي بابن ۾ تمام زياده مکيہ مقصود آهي.

ب) نظري: هن جا بہ ٽي قسم آهن (١) نظري يا قدرتي (٢)

رياضي (٣) الاهيات.

(١) فطرتي يا قدرتي: اهو علم جنهن ۾ ڪنهن مادي يا جسم جي سڪون، حرڪت ۽ خاصيتن متعلق احوال بيان ڪيو وڃي. ان جي فروع ۽ ٻين شاخن ۾ علم طب، علم تشريح، جادو ۽ طلسمات، اڪلٽ سائنس (ڳجهه ڄاڻ جو علم يا اهو علم جيڪو عام فهم نہ هجي) ڪيميا ۽ علم نظربندي شامل آهن.

(٢) رياضي: هن علم ۾ انهن امورن بابت بحث ڪيو ويندو آهي، جيڪي فقط خارجي وجود ۾ مادي جا محتاج آهن. جهڙي طرح متصل ۽ منفصل. مقدار ۽ عدد خاص ڪري مادي ۾ لڌا ويندا آهن ۽ نہ مطلق عدد. رياضي جا بنيادي چار حصا آهن: هندسه، هيئت، حساب ۽ موسيقي. علم جبر ومقابلہ کي بہ حساب جي باب مان ڳڻيو ويو آهي. رياضي جي فروع ۽ ٻين شاخن ۾ هي علم بہ شامل آهن: (١) علم المناظر ۽ مشاهدو (٢) جراثقل يا چرنڊڙ گولن جو علم (٣) انجنيئرنگ ۽ سائنسي شعبو (۴) علم حيل يا طبعي اوزان جو علم.

(٣) علم الاهيات: هن علم ۾ وجود مطلق ۽ نفس جي احوال بابت بحث ڪيو ويندو آهي. علم منطق کي بہ هن علم جو مقدمو ڪري ڳڻيندا آهن.

# فصل چوٿون

## علم محمود ۽ مذموم جو بيان
## (چڱو ۽ مَٺو علم)

علم چڱو بہ آهي تہ مَٺو بہ آهي. پهريان انهن چڱن علمن ۽ مضمونن جي سفارش ۽ تفصيل هيٺ آيل آهي. جن جي درجي بندي هن ريت آهي: (الف) فرض عين يا لازمي (ب) فرض ڪفايہ يا اختياري (ج) مستحب يا اضافي (د) مباح يا رضاڪارانہ ۽ قابل اجازت.

**(الف) فرض عين يا لازمي:** پهريان پهريان ٻانهي تي جيڪو علم فرض عين آهي، سو الله تعاليٰ جي معرفت ۽ ان جي توحيد يا هيڪڙائي جو علم آهي. ان سان گڏوگڏ اسلام جي رڪنن ۽ حڪمن جي سڃاڻپ بہ آهي، جن جي دين ۾ ضرورت آهي. ان سان گڏ فرض ۽ واجب جي معرفت، احوال قلب چڱن مَٺن گڻن جي سڃاڻپ بہ آهي. استادن ڪي انهن جي تفصيل حاصل ڪرڻ لاءِ تحقيقي ڪتاب ڏسڻ لازمي آهن.

**(ب) فرض ڪفايہ يا اختياري:** (١) قرآن شريف پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، قرات، حفظ ۽ ٻين شرعي يا مذهبي علمن ۽ مضمونن جو مطالعو. (٢) علم ڪلام: انهن لاءِ فائديمند آهي، جيڪي وڏيڪ ذهين ۽ حق جا طالب آهن، پر ان ۾ بہ اجايو بحث جي ضرورت ناهي، مگر مطالعي ۾ توازن ضروري آهي. (٣) نماز جي وقتن ۽ حج جي سعادت حاصل ڪرڻ جي ڄاڻ، سفر ڪرڻ ۽ فصل پوکڻ لاءِ موسمن مندن جي ڄاڻ، قبلي ۽ شهرن جي طرفن جي ڄاڻ. (٤)

شرعي قانون موجب ملڪيتون وارثن ۾ ورهائڻ بابت معاملن جي ڄاڻ هجي. (۵) علم طب: انساني عضون جي وڍ- ڪٽ، صحت جي حفاظت ۽ تندرستي برقرار رکڻ جي ڄاڻ.

**(ج) مستحب يا اضافي:** هن ۾ علم اصول ۽ خلاف جي مهارت، ان کان سواءِ باريڪ نڪتن، وعظ ۽ نصيحت، صالحن جي زندگيءَ جو احوال، آخرت جو شوق ۽ دنيا کان بچڻ جي ڄاڻ ۽ اهڙي قسم جو ٻيو علم اچي وڃي ٿو جنهن ۾ ٿوري گهڻي طب ۽ ترت علاج جي ڄاڻ پڻ شامل آهي، جيئن پنهنجوعلاج پاڻ ڪري سگهجي.

**(د) مباح (جائز، روا، حلال، رضاڪارانه ۽ قابل اجازت):** جيڪي علم حلال ۽ قابل اجازت آهن، انهن ۾ حساب تمام ضروري آهي. بادشاهن جي واقعن يا تاريخ جو علم به تمام اهم آهي،، پر شرط آهي ته تاريخ مان تجربو حاصل ڪجي ۽ عبرت وٺجي ته پوءِ تمام فائديمند آهي. علم انساب (ماڻهن ۽ قومن جي نسب ۽ شجرن بابت ڄاڻ) جيڪڏهن ان علم ۾ مٿي مائٽي ڳنڍڻ لاءِ مهارت حاصل ڪئي وڃي ته تمام سٺو آهي. علم اوقاف، تڪسير اسماء (اهو علم جنهن ۾ عددن کي تعويذ جي خانن ۾ مقرر قاعدي سان پريو ويندو آهي) ۽ ارصاد ساعات (اهو علم جنهن ۾ ستارن ۽ وقت جون حالتون معلوم ڪيون وينديون آهن) جيڪڏهن اهي ٽيئي علم مرشد يا استاد جي اجازت ۽ سکڻ کان پرانهان ناهن، پر انهن جو نقصان فائدي کان گهڻو آهي. ڇوته اهڙا علم توڪل جي منافي آهن. شعر وشاعري جي اجازت آهي، پر ان

۾ سٺو شعر تہ فائدي وارو آهي، باقي خراب ۽ اخلاق کان ڪريل شعر مڪروھ ۽ حرام آهن ۽ ڪو شعر تہ ڪفر بہ هوندو آهي.

هنن کان علاوه ٻيا بہ گھڻا مضمون آهن، جن لاءِ يقين سان چئي نہ ٿو سگھجي تہ، مطالعي جي لائق آهن يا نہ. جيڪو علم ڪلام ۽ منطق جو مطالعو ڪري، تنهن کي گھرجي تہ پرهيزگاري ۽ ڪامل انصاف کي هٿان نہ ڇڏي ۽ پنهنجي نالي ۽ وڏائي يا دشمني خاطر ٻين کي گھٽ نہ ڄاڻي. جيڪڏهن مناظرو بہ علمي ڄاڻ ۽ فقيهن جي طريقي مطابق هجي تہ پوءِ ڪوبہ حرج ناهي، نہ تہ اهو مناظرو علم نہ، پر فساد ٿي چئبو.

**مذموم يا حرام علم:** جيڪي علم يا مضمون ايمان ۽ عقيدي کي بگاڙين ٿا، اهي مذموم ۽ حرام آهن. جيئن: وحدت الوجود ۾ حلول جو عقيدو رکڻ (حلول چئبو آهي ڪنهن هڪ شيءِ جو ٻي شيءِ ۾ اهڙي طرح داخل ٿي وڃڻ، جو منجهن فرق باقي نہ رهي ۽ انهن ٻنهي شين مان هرهڪ کي انهيءَ ساڳي نالي سان سڏي سگھجي. ان مان صوفين جي مراد آهي تہ الله تعاليٰ عارفن ۾ حلول ڪري ٿو). پنهنجي علم غيب جي دعويٰ ڪرڻ، علم شعبده بازي ۽ جادو. ان کان سواءِ علم هيئت جون ڪجھہ ڳالهيون، علم نجوم، علم موسيقي، علم رمل، علم ڪيميا جي دعويدارن جا ڪجھہ ڪم ۽ علم منطق جا ڪي جزا.

علم شعبده جادو ۽ هيئت: کي بہ شريعت جي عالمن قبول نہ ڪيو آهي.

علم نجوم: هن علم ۾ تارن جي تاثير تي اعتقاد رکڻ، غيب

جي دعويٰ ڪرڻ، تارن، ڏينهن ۽ ساعتن کي سياڳو ۽ نياڳو سمجهڻ جيڪو شريعت ۾ جائز ناهي.

علم موسيقي: راڳ روپ ۽ ڳائڻ وڄائڻ جي اڪثر قسمن کي شريعت حرام قرار ڏنو آهي.

علم رمل: هن علم ۾ انگن ۽ ليڪن ذريعي غيب جون ڳالهيون ٻڌائيندا آهن. هي علم به حضرت رَسُوْلُ الله صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمْ جي زبان مبارڪ سان منسوخ ٿيل آهي.

علم ڪيميا: (ڪيميا لفظ جي معنيٰ آهي، مڪر فريب ۽ حيلو. قديم اصطلاح ۾ ناقص شين ۾ روح شامل ڪري انهن کي ڪمال جي مرتبي تي پهچائي يعني ٽامي کي سون بنائڻ يا قلعي مان چاندي ٺاهڻ جيئن ته هي عمل دوکو ۽ فريب آهي، ان ڪري هن کي ڪيميا چوندا آهن.) ڪي ڪيميا گريءَ جي دعويٰ ڪندا آهن. اهي ظن يا گمان جا تابع ٿا ٿين. ڪي ان علم ۽ حرفت کي ڄاڻيندا به آهن، سمجهن ٿا ته اجهو ٽامي مان ڦري سون ٿو ٿهي ۽ ٻئي کي نقصان تو پهچي.البت جيڪو ڪيمياگر ان ڪيميا جي ٺاهڻ ۾ نقصان کان امن وارو رهي ۽ خرچ وغيره به ان تي مشڪل نه هجي ته پوءِ ان کي اجازت آهي.

طلسم: هن علم ۾ به مجهول نالا ۽ لفظ هوندا آهن. ان جي حرام هجڻ جو سبب هي آهي ته، مٿان انهن ۾ ڪو ڪفر جو ڪلمو هجي.

يهودين ۽ عيسائين جا (تحريف ۽ تعصب وارا) ڪتاب: جيئن ته نص قرآن مان ثابت ٿيل آهي ته ان ۾ يهودي ۽ عيسائي تحريف يا مٽا

سنا ڪندا آهن. اهڙن ڪتابن پڙهڻ ۽ ان تي يقين ڪرڻ بہ جائز نہ آهي.

**منطق:** هن علم ۾ بہ اهڙو غرق نہ ٿي وڃجي تہ ڪو منطق جي ئي ذريعي حق ملندو. ڇوتہ اسلام جي نامور عالمن امام محمد غزاليؒ (وفات ٥٠٥ هہ) ابن صلاح (وفات ٦٤٣هہ) ابن تيميه (وفات ٧٢٨هہ) ۽ ٻين ان علم جو رد لکيو آهي. البت منطق جا بنيادي اصول خراب ناهن، ان ڪري جيڪو بہ منطق جو مطالعو ڪري، تنهن کي گهرجي تہ هنن مضمونن پٺيان سڄي ڄمار نہ گنوائي. بلڪ ضرورت آهر مطالعو ڪري ۽ انهن ۾ جيڪي نقصانڪار شيون آهن، تن کان خبردار رهي.

# فصل پنجون

## محمود ۽ مباح (قابل تعريف ۽ جائز) علمن جي ترتيب

استاد کي گهرجي تہ سبق جي شروعات کنهن اعليٰ علم ۽ سٺي شاگرد سان ڪري. جيڪڏهن هن طريقہ ڪار سان ٻيا شاگرد اتفاق نہ ڪن تہ فيصلو ڪُٺي ذريعي ڪجي. جيڪڏهن مختلف يا گهٽ وڌ لياقتن وارا شاگرد هجن تہ، ڪين پيرڊ وار درس ڏجي. پڙهائڻ دوران استاد کي گهرجي تہ سيني شاگردن سان هڪ جهڙو سهڻو سلوڪ ۽ ورتاءُ ڪري. پهريائين استاد شاگرد کي صحيح عقيدو سيکاري. تنهن ڪان بعد اسلام جي بنيادي پنجن رڪنن "توحيد، رسالت، نماز، روزو، زڪواة ۽ حج" جي سمجهاڻي ڏئي ۽ پوءِ شاگردن کي صحيح قاعدن ۽ قرأت سان قرآن شريف پڙهڻ ۽ ياد ڪرڻ جو امر ڪري. ڇوتہ ننڍي هوندي يادگيرو تيز هوندو آهي. ان بعد ڪجهہ فقہ ۽ حديث بہ پڙهائجي، پر هر علم يا مضمون پڙهڻ جو وقت مقرر هجي. ان بعد استاد کي گهرجي تہ شاگرد کي ادبي علم يا مضمونن جي واقفيت ڪرائي. ادبي علوم جي شروعات گرامر- صرف، نحو، لغت ۽ بنيادي قاعدن سان ڪجي. گرامر جي شروعات مير سيد شريف (علي بن محمد جرجاني وفات ٨١٦ هہ) ۽ فراء يحيٰ بن زياد- وفات ٢٠٧هہ) جي نحو سان ڪجي. اهڙي طرح سولائي خاطر گرامر ۽ ٻين سيني علمن ۾ آهستي آهستي مٿي هلجي.

(١) هر علم ۽ مضمون جي شروعات ننڍي بنيادي اصول يا متن سان ڪجي. (٢) ان ڪان پوءِ هر مضمون سمجهائي ۽ شرح سان

پيش ڪجي. (٣) تنهن بعد علم عروض ۽ قافيه وانگر بلاغت جي علم ڏي متوجه ٿجي. پڙهائي دوران وقت بوقت دين ۽ نصيحت پريا نڪتا ۽ گفتا ٻڌائبا رهجن. جيڪڏهن ان وچ ۾ ڪجهه رياضي ۽ منطق جا ضروري قاعدا ۽ قانون ٻڌائجن، ته به ڪو حرج ڪونهي. (۴) وقت جو گهڻو حصو حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي حديث شريف، تفسير، شرعي مسئلن ۽ ورثي جي قاعدن قانونن سمجهائڻ ۾ صرف ڪجي. (۵) پوءِ ڪلام يا بحث مباحثو ۽ اصول فقه توجهه جو مرڪز ڪجي. (٦) آخر ۾ فقه يا اسلاميات جي تحقيقي ڪتابن، طب، عضون جي جوڙجڪ ۽ وقت سڃاڻڻ جا مضمون پڙهايا وڃن.

نوٽ: حسابن جو علم، ورثي جي علم ۽ وقت شناسي کان اڳ ۾ پڙهائجي ته جيئن ورثي ترڪي جي ورهاست ۽ وقت جي پلڪن پهرن سڃاڻڻ ۾ آساني ٿئي.

رڳو مختلف علمن پڙهڻ ۾ سڄي ڌمار نه وڃائجي ۽ نه وري رڳو الف- بي تي گذارو ڪجي: يعني هر علم ۽ مضمون پنهنجي قيمتي وقت اندر حاصل ڪجي. البت صحيح ۽ سچي تصوف جي چاهه ۾ پلي ڪوشش ڪجي. روزانو ڳچ وقت تصوف جي باري ۾ جدوجهد جاري رکجي. جيڪو مٿي ڄاڻايل هدايتن ۽ اصولن تي عمل ڪندو، اهو جلد پنهنجو علمي مقصد حاصل ڪندو. اميد ته ٿورن ئي سالن ۾ مڪمل نصاب پورو ڪري، علم تي عبور حاصل ڪندو.

# فصل ڇهون

## علم، ڪتاب، استاد ۽ رفيق يا دوست جي چونڊ ۽ انهن تي اعتماد

(مخدوم جعفر بوبڪائي تعليم جا سونهري اصول ٻڌائيندي، شاگرد کي مضمون، استاد، سفر ڪرڻ ۽ سفر ۾ ساٿي يا دوست جي چونڊ جي باري ۾ چوي ٿو ته، هن سلسلي ۾ ڀهريان اهڙي ماڻهو سان صلاح مشورو ڪجي، جيڪو سمجهه وارو، ايماندار، سچار، خدا جو خوف رکندڙ ۽ سٺيون صلاحون ڏيندڙ هجي.

**علم:** علم حاصل ڪرڻ جي چونڊ وقت اهڙي ديني علم کي ترجيح ڏجي، جنهن علم جي فوري ۽ وڏيڪ ضرورت هجي. ان کان پوءِ معاشي علم ڏانهن توجهه ڏجي. اهڙي علم جي ويجهو نه وڃجي، جيڪو رد ٿيل يا اصولي طور مجتهدن يا اڳين محققن جي موافق نه هجي.

**ڪتاب:** جيتري قدر مضمون يا ڪتاب جي چونڊ جو سوال آهي ته، اهو استاد جي مٿان ڇڏيو وڃي، استاد پاڻ ئي شاگرد جي ذهن ۽ لياقت آهر مضمون ۽ ڪتاب جي چونڊ ڪندو. استاد کي به جڳائي ته، مضمون ۽ ڪتاب جي سلسلي ۾ شاگرد جي ذهن کي سامهون رکي، ان جي رهنمائي ڪري. شاگرد کي اهڙي علم ۽ ڪتاب پڙهڻ جي صلاح نه ڏجي، جنهن جو پڙهڻ مشڪل هجي ۽ اڳتي هلي شاگرد لاءِ عدم دلچسپي جو سبب بنجي.

**استاد:** استاد جي چونڊ وقت اهو تمام ضروري آهي ته،

ڀهريان سنجيدگي سان ڪافي وقت سوچجي، يڪدم جنهن ڪنهن وٽ سبق شروع نہ ڪجي. استاد هميشہ چاٺو ڪجي، پوءِ ڀلي اهو ويجهو توڙي پري جو يا ملڪي ۽ غيرملڪي هجي. استاد خدا ترس، تجربيڪار، بااخلاق، بردبار، سنجيده طبيعت، صابر ۽ پُروقار هجي. جيڪڏهن جهونو ماهر استاد نہ ملي تہ، ڀلي اهڙين خوبين وارو نوجوان استاد بہ ڪجي. جيڪڏهن پنهنجي شهر يا ملڪ ۾ اهڙو ماهر استاد نہ هجي تہ يا ماهر استاد حاصل ڪرڻ واسطي پري يا ٻئي ملڪ سفر ڪرڻ چڱو ۽ ضروري آهي.

جيڪو بہ استاد ڪجي اهو موجوده صحيح علمن جو ماهر ۽ ظاهري علمي ذوق جو صاحب هجي. استاد برجستو، سنت نبوي جو تابع، ارادي ۽ عقيدي جو پڪو پختو هجي. استاد ڪي سُستي ۽ وڏائي ڪان پاڪ هئڻ گهرجي اهو تول جو ڪچو، خراب، بدعتي، نفس پرست ۽ اجاين ڳالهين ۾ وقت وڃائڻ وارو نہ هجي.

جيڪڏهن ڪنهن شاگرد جي شهر يا ملڪ ۾ هوشيار استاد ۽ باوقار علم نہ هجي تہ ڀلي ان جي طلب ۾ ٻاهر وڃي، پر ماءُ پيءُ، ڏاڏي، زال ۽ اولاد جو حق نہ وسارجي ۽ ٻي فرمان نہ بڻجي. جيڪڏهن شاگرد جا سنڀاليندڙ مائٽ خوشحال ۽ سندس خدمت جا محتاج نہ هجن تہ پوءِ ڀلي علم جي طلب لاءِ وڃجي.

سفر: ٻاهر مسافري ڪرڻ واسطي ڀهريان سٺو سنگتي ساٿي يا رفيق ساڻ ڪجي. ان ڪان پوءِ ٻاهر سفر تي وڃجي. مسافري تي وڃڻ ڪان اڳ ۾ سفر جي ساٿي ڪي ٻاهر وڃڻ ۽ مسافريءَ جو مقصد ۽ پنهنجو ارادو ٻڌائڻ گهرجي. منزل تي پهچڻ ڪان پوءِ سوچ

ويچار ۽ جستجو ڪان پوءِ ماهر استاد ملي ته استقامت ۽ صبر سان استاد جي خدمت ۾ رهجي ته جيئن ڪامل علم حاصل ٿئي ۽ علم ۾ برڪت ۽ واڌارو ٿئي. علم حاصل ڪرڻ دوران سيني ڏکن ڏاکڙن کي صبر سان سهجي. ڪهڙي خبر ته وري زندگي ۾ اهڙو وقت ملي سگهي يا نه. ان دوران نفس جي طرفان جيترا خراب خيال يا پيون دشواريون سامهون اچن، تن کي صبر سان منهن ڏجي.

**مددگار يا صلاحڪار:** جيڪڏهن پڙهائي جي سلسلي ۾ ڪو معاون يا گهٽگهرو چونڊجي ته اهو محنتي نيڪ، ذهين، خداترس، انصاف پسند ۽ بصيرت وارو هجي. البت فسادي، ٺوٺي ۽ شهوت پرست...... وڏائي پسند ۽ فتني باز نه هجي.

# فصل ستون

## علم ۽ اهل علم استاد جي تعظيم

علم، عالمن ۽ استادن جي عزت ۽ تعظيم ڪرڻ لازم آهي. جيڪو شاگرد علم ۽ استادن جي عزت نہ ڪندو، اهو پنهنجو ڪامل مقصد ماڻي نہ سگهندو.

**ڪتاب جي تعظيم ۽ علم جي عظمت:** ڪتاب جي عزت ڪرڻ تمام ضروري آهي. الله تعاليٰ جي پاڪ ڪتاب قرآن شريف کي وضو کان سواءِ هٿ نہ لائجي، اهڙي ريت حضرت نبيﷺصلي الله عليہ وسلم جي حديث پاڪ ۽ فقہ جي ڪتابن کي بہ پاڪائي کان سواءِ هٿ نہ لائجي. ان سلسلي ۾ جيتري قدر ٿي سگهي احتياط ڪجي، جنهن بہ ڪاغذ تي ڪجهہ لکيلُ هجي تنهن کي پاڪائي کانسواءِ نہ ڪڻجي ۽ ضرورت جي وقت تيمم بہ ڪجي.

مطالعي وقت تبلي ڏانهن منهن ڪري ويهجي ۽ ڪتاب ڏانهن پير ڊگها ڪري نہ ويهجي. ڪتاب کي وهاڻي يا هنڌ وانگر، مٿي هيٺان رکي سمهڻ بہ چڱو ناهي. ڪتاب کي ضرورت کانسواءِ هيٺ زمين تي نہ رکجي. ڪتاب هڪ ٻئي جي مٿان نہ رکجن، پر جيڪڏهن ڪتاب هڪ ٻئي مٿان رکڻا پون تہ، مٿان قرآن شريف، ان کان هيٺان حديث تفسير ۽ ان کان پوءِ هيٺيان ٻيا ڪتاب رکجن. مطلب تہ سيني ڪتابن جي مٿان قرآن شريف يعني الله جو پاڪ ڪتاب هجي. جنهن جڳهہ تي پڙهائي ٿئي، اها جاءِ بہ پاڪ ۽ صاف سٿري هئڻ گهرجي.

**استاد جي عزت ۽ تعظيم:** شاگرد پاڻ کي استاد جي سامهون هر ڳالهه ۽ حال ۾ گهٽ سمجهي ۽ استاد جي دل سان عزت ڪري. جيڪو شاگرد استاد جي دل سان عزت ۽ احترام نہ ڪندو، اهو دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامل ۽ ڪامياب نہ ٿيندو. استاد جي عزت ۽ تعظيم جو وڌيڪ احوال (تيرهين فصل، استاد ۽ شاگرد جا آداب) ۾ ايندو.

## فصل اٺون

### علم حاصل ڪرڻ لاءِ لاڳيتي محنت ، سخت جدوجهد ۽ علم پرائڻ ۾ سستي جو بيان

جيئن هرهڪ ڄاڻي ٿو ته، علم محنت ۽ مڪمل توجهه سان پڙهڻ کانسواءِ حاصل نه ٿو ٿي سگهي. جيئن بردباري صبر ڪرڻ کان سواءِ ٿي نه ٿي سگهي. علم فرض آهي ان ڪري علم لاءِ جستجو ۽ جدوجهد لازم آهي. ڇوته هر ڏکيو ڪم به ڪوشش، جستجو ۽ جاکوڙ سان ئي آسان ٿئي ٿو. شاگرد به پنهنجو مقصد پنهنجي همت ۽ قابليت سان ئي حاصل ڪري سگهي ٿو.

جهڙي طرح دنيا جي ڌنڌن ۾ به فائدو وڏي محنت ۽ سخت تڪليف کانسواءِ نه ٿو ملي. اهڙي ريت شاگرد کي به علم جي طلب ۾ ڪاهلي ۽ سستي، ويسر ۽ گيسر ڪرڻ مور نه جڳائي. ان ڪري جيڪي ڳالهيون سستي پيدا ڪن، انهن کان پڇي پاسو ڪجي ۽ پڻ سستي پيدا ڪندڙ شين، جيئن گهٽي کير يا سٽيءَ ۽ ڏيئي جي دونهين کان پاڻ کي پري رکجي، جو انهن مان نقصان جو انديشو آهي.

# فصل نائون

## علم جون آفتون

## (علم جي بربادي جا ڪارڻ)

علم جي بربادي جا گهڻا ئي ڪارڻ آهن، پر سڀني سببن مان هي وڏيڪ نقصانڪار آهن،جيئن: خراب گڻ. گناهن ۽ خراب ڪمن ڏانهن لاڙو ۽ اجاين بيڪار ڳالهين ۾ ڦاسڻ، سستي ۽ غرور ڪرڻ. اهي سڀئي ڳالهيون ڪنهن استاد عالم کان ڪجهہ سکڻ ۽ فائدي پرائڻ کان روڪين ٿيون. انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪارڻ آهن جهڙوڪ ماهر استادن جي کوٽ، سوال پڇڻ وقت شرم محسوس ڪرڻ، ننڍي وهي ۾ شادي ڪرڻ، دنيا دارن، وڏن اميرن ۽ بدڪردار ماڻهن سان واسطو رکڻ.ان کان سواءِ علم جي تباهي جو هڪ سبب هي بہ آهي جو مختلف علمن جي مضمونن کي سمجهڻ ۽ انهن تي عبور حاصل ڪرڻ کان سواءِ پاڻ کي مصنف يا ليکڪ سمجهڻ. (يعني لئي مان لٺ پيجي، پاڻ کي وڏو مصنف پائڻ).

نوٽ: شاگرد لاءِ جيتوڻيڪ حياء ۽ شرم چڱو آهي، پر سوال پڇڻ ۾ ايترو حياء ۽ شرم بہ نہ ڪجي، جو حضور شرمي جي ڪري علم پرائڻ کان ئي محروم رهڻو پوي. البت شاگرد هرڪنهن ماڻهو سان ۽ خاص ڪري استاد سان هميشه هيناهين ۽ نوڙت سان هلي ۽ شاگرد هر ننڍي وڏي استاد کان علم پرائڻ ۾ لڄ نہ ڪري. شاگرد لاءِ استاد جي عزت ۽ خوشنودي حاصل ڪرڻ لازم آهي، جو سڀئي علمي ۽ عملي ڀلايون ان جي خوشنودي ۾ سمايل آهن.

## فصل ڏھون

### علم حاصل ڪرڻ جو وقت ۽ جاءِ

علم حاصل ڪرڻ جو سڀ کان سٺو وقت ننڍ پڻ آهي، ڇو ته جو ڪجهه به ننڍي هوندي سکبو آهي، اهو هميشه ياد رهندو. ڄڻ ته پٿر تي چِٽ چِٽجي ويو. حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حديث پاڪ آهي ”جيڪو به ماڻهو نوجواني کان وٺي پيريءَ تائين علم ۽ عبادت ۾ مشغول رهيو ته، الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان کي عرش جي پاڇي هيٺان رهائيندو، جو ان ڏينهن ان پاڇي کانسواءِ بيو ڪوبه پاڇو نه هوندو.“

الله جو نبي حضرت يحيٰ عليه السلام جڏهن ننڍو هو ته ان کي ٻار راند روند ڪرڻ لاءِ سڏيندا هئا، ته پاڻ فرمائيندا هئا، ”مگر آئون ته عبادت (واري راند) لاءِ پيدا ٿيو آهيان.“

جيڪڏهن ڪنهن ننڍپڻ ۾ تعليم حاصل نه به ڪئي تڏهن به ان کي نااميد نه ٿيڻ کپي. ڇاڪاڻ ته ڪيترن ئي وڏن شخصيتن وڏي ڄمار ۾ علم حاصل ڪرڻ شروع ڪيو ۽ اهي وڏا عالم بنيا ۽ وڏن درجن تي پهتا. انهي ڪري چيو اٿن: ”علم حاصل ڪرڻ جو وقت پينگهي کان وٺي قبر تائين آهي.“

علم جي طلب ۾ مڪي شريف وڃڻ به برڪت ۽ ڀلائي جو سبب آهي. خاص ڪري جيڪڏهن علم حاصل ڪرڻ لاءِ سفر سومر جي ڏينهن يا خميس جي ڏينهن ڪجي، ته ان ۾ وڌيڪ برڪت ۽ ڀلائي آهي. جيڪو شاگرد هر روز صبح شام علم جي طلب ۾ نڪري ٿو ته، اهو عمل خدا ڪارڻ جهاد ڪرڻ کان به

وڌيڪ افضل آهي.

علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي جاءِ (مدرسو، اسڪول، ڪاليج يا يونيورسٽي) صاف سٿري ۽ خوشبودار هجي. يعني اتي خوشبودار گل ٻوٽا پوکيل هجن، تہ جيئن وڻندڙ آبهوا ۽ موسم خوشگوار رهي. تہ جيئن ان ۾ علم جي روشنيءَ جو بادشاهہ اچي سگهي. اونداهي يا اڻ وڻندڙ جاءِ اڪثر ڪري تڪليف ڏيندڙ هوندي آهي ۽ ان اڻ وڻندڙ جاءِ ۾ دل بہ نہ لڳندي آهي. پڙهڻ جي جاءِ بدبو ۽ گدلاڻپڻ کان پاڪ صاف هجي تہ جيئن ان جاءِ ۾ پڙهڻ لاءِ ذهن آماده ٿئي ۽ دل بہ لڳي.

وڻندڙ آبهوا، جڳهہ ۽ ماحول بہ طبيعت تي اثر انداز ٿين ٿا. ان ڪري بهتر آهي تہ جنهن شهر ۾ پڙهڻ پڙهائڻ جو ادارو هجي، اهو شهر وچولي آبهوا واري جاءِ تي هجي. جتي نہ گهڻي سردي، نہ گهڻي گرمي هجي.

# فصل يارهون

## علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو طريقو، شرط ۽ سبب

شاگرد کي گهٽي سبق وٺڻ جو حرص نہ ڪرڻ کپي، استاد کان جيڪو بہ ٿورو يا گهٽو سبق ملي، ان کي غور سان گهڙي گهڙي پڙهي ياد ڪري سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي. هر روز جي سبق کي ورجائڻ ۽ ياد ڪرڻ لاءِ وقتمقرر ڪرڻ گهرجي. جڏهن ڪتاب يا ڪورس پورو ٿئي تہ، ان جو نئين سر دوڙ ڪري ڇڏجي. سبق ورجائڻ مهل پوري طرح زبان سان ياد ۽ دل سان توجهہ ڏيڻ گهرجي. سبق ياد ڪرڻ يا ورجائڻ ۾ مٿاڪٽ نہ ڪجي، پر ترتيب ۽ توجهہ ڪافي آهي.

جڏهن بہ علمي بحث مباحثو ڪجي تہ، ان ۾ ڪنهن سان بہ حقارت ۽ دشمني وارو برتاء نہ ڪجي. شريعت جي خلاف نہ هلجي، بلڪہ علمي بحث مباحثو حق ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪجي، پر ان ۾ بہ تواضع ۽ انصاف کي هٿان نہ ڇڏجي.

استاد جيڪو پڙهائي، ان تي پورو پورو ڌيان ڏرجي. استاد جي پڙهايل سبق کي سمجهي فڪر ۽ غور سان ان کي ياد ڪجي. استاد کان نرمي سان سوال پڇجي، جي نہ سمجهي تہ ٻيهر ڪانئن وڌيڪ وضاحت ۽ سمجهاڻي لاءِ پڇجي. شاگرد کي هميشه پاڻ سان مس قلم ۽ ڪاغذ رکڻ گهرجي ۽ ٻين کان ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ کان پاسو ڪجي، جو الله تعاليٰ علم ۽ دين جي طلبيندڙ شاگرد کي تڪليف ڪانسواءِ رزق ڏئي ٿو. تقويٰ ۽ پرهيزگاري علم حاصل ڪرڻ جا بہ اهم ذريعا آهن. شاگرد کي ساڙيلو ۽ جهڳڙالو ٿيڻ نہ گهرجي،

ڇو تہ ساڙ ڪندڙ ماڻهو پاڻ محروم رهي ٿو ۽ پنهنجو قيمتي وقت وڃائي ٿو. البت حق جي لاءِ وڙهڻ روا آهي. شاگرد بازاري کاڌي خوراڪ کان پرهيز ڪري ۽ انهن ماڻهن سان واسطو نہ رکي، جيڪي فتنو فساد ڪندڙ، گهڻو ڳالهائيندڙ ۽ گناهن ڏانهن مائل هجن تہ، جيئن شاگرد جانورن کان بدتر ۽ جاهل نہ بنجي.

علم حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ زهد ۽ عبادت ضروري آهي. شاگرد کي علم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ الله تعاليٰ کان دعا ڪرڻ گهرجي تہ، جيئن بهترين علم ۽ عمل نصيب ٿئي. شاگرد کي هر حال ۾ خدا جو خوف رکڻ کپي. شاگرد ٿورو ڳالهائي ۽ ڪيس عام رواجي ماڻهن سان ميل جول گهٽ ڪرڻ کپي. شاگرد کي جيڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ اچي تہ، اها ٻئي کان پڇي ۽ وري شاگرد پاڻ جو ڪجهہ ڄاڻي، اهو ٻين کي ٻڌائي ۽ ٻين کان پنهنجو علم نہ لڪائي. شاگرد کي هميشه علم حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو مال و متاع خرچ ڪرڻ گهرجي ۽ سخت محنت ڪرڻ کپي ۽ برڪت خاطر "آب زم زم جو پاڻي" بہ پيئي. شاگرد کي هر ڪم ۾ مخلص ۽ سچو رهڻ کپي. علم جي حاصل ڪرڻ خاطر جيڪي دشواريون يا نفس جون خواهشون سامهون اچن، انهن کي درگذر ڪري ڇڏي ۽ صبر ڪري. فجر جي نماز يا سج اڀرڻ کان پوءِ ننڊ نہ ڪجي، ڇو تہ ڏينهن جي شروعات ئي ننڊ سان ڪبي تہ، سستي پيدا ٿيندي ۽ دنيا ۽ آخرت جي روزي بہ تنگ ٿيندي ۽ آخرت جو رزق علم باعمل آهي.

شاگرد کي دل جي شاهوڪاري ۽ پرهيزگاري ۾ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ جي نعمتن جو شڪر ادا ڪجي ۽ هميشه

علم جي طلب ۾ رهڻ گهرجي، فجر نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ سج
ايرڻ تائين ذڪر اذڪار ڪجي. خاص ڪري هڪ سو دفعو
"سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهِ - سُبْحَانَ اللهِ الْعَظِيْمُ - اَسْتَغْفِرُاللهَ" پڙهجي.
مٽن مائٽن سان سهٽو سلوڪ ڪجي. رات جو سورت "واقعه"
پڙهي. حديث ۾ ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي، ته مون
رسول الله صلي الله عليه وسلم کان ٻڌو پاڻ سڳورن فرمايو ته،
جيڪو ماڻهو رات جو سورت واقعه پڙهي ٿو، ان کي ڪڏهن به رزق
جي تنگي نه ٿيندي. (سورت واقعه ٢٧ پاري ۾ آهي.) ضُحيٰ نماز
کان پوءِ ست ڀيرا "يَا وَهَّابُ" (اي گهڻو ڏيندڙ) پڙهڻ گهرجي. تهجد
نماز کان بعد ڏهه ڀيرا "يَا بَاسِطُ" (اي رزق ڪشادو ڪندڙ) پڙهجي.
شاگرد کي هميشه رضا تي راضي ۽ الله تعاليٰ تي توڪل ۽ ڀروسو
هئڻ گهرجي.

# فصل ٻارهون

## مس ٺاهڻ، ڪتابت، روايت، قلمي نسخن جي پيٽ ۽ انهن جو پڙهڻ

(جيئن ته اڄڪلهه مس ۽ قلم عام جام موجود آهن، پر مخدوم جعفر بوبڪائي جي دور (ڏهين صدي هجري) ۾ مس ۽ قلم ٺاهڻ لاءِ محنت ڪرڻي پوندي هئي ۽ اهو سڀ ڪجهه مختلف طريقن سان هٿ سان ٺاهيندا هئا.) مس ٺاهڻ جو سولو طريقو هي آهي ته مس، تيل تي ٻرندڙ ڏيئي جي ڪاراڻ مان تيار ڪجي. ان ۾ اندازي موجب ڪؤنر ڪانسواءِ، لوهه جي ڪٽ ۽ ٽنڪي جي پاڻي ملائڻ سان سٺي مس ٺهندي. مس ٺاهڻ ۽ ديني علم سکڻ جي برڪت ۽ ڀلائي حديث ۾ به آيل آهي.

"بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" لکڻ ۾ "رَحْمٰنَ" کي ڊگهو ڪري لکجي، بِسْمِ اللهِ جي "سِين" کي ڏار ڏار ۽ چٽو ڪري لکجي، "ب" کي به ڊگهو ۽ "مِيم" کي به گول ڪري لکجي، مطلب ته هر اکر ۽ لفظ کي صاف سنو ۽ چٽو ڪري لکڻ گهرجي.

ڪتابت يعني سهڻي لکڻ جو هڪ فائدو هي به آهي ته، مسڪين طالب العلم ڪتابت ڪندو ۽ لکندو رهندو ته، پاڻ وٽ به ڪتابن جو ذخيرو گڏ ٿي پوندس ۽ جيڪو سندس پونيرن کي به ڪم پيو ايندو. حقيقت ۾ ڪتابت ۽ سهڻي لکڻ جو ڪم به شاگرد جي لاءِ علمي جستجو، مشغولي ۽ بهتر ڪم آهي. پنهنجي لکت کي محفوظ رکجي. جيڪڏهن ڪنهن جو ڪتاب، ڪتابت يا سهڻي لکڻ لاءِ ملي ته، ان کي لکڻ سان گڏ غور وفڪر سان مطالعو به ڪندو

رهجي. ايئن ڪرڻ سان هڪ پاسي علمي فائدو ٿيندو ته ٻئي طرف گهڻي لکڻ جي ڪري اکر به سڌرندا. ڪنهن ٻئي ماڻهو جي لکت کي ان جي اجازت ۽ سخت ضرورت کانسواءِ نه پڙهجي. ڪتابت ۾ حرف صاف ۽ چٽا لکجن، اعرابون ۽ ٽبڪا چٽا ۽ چڱي طرح ڏجن، پليد شيءِ يا خراب مس سان به نه لکجي. جيڪڏهن خط نستعليق جي طريقي تي لکي ته، سين ۽ شين کي ظاهر ڪري لکي ته جيئن ٻنهي ۾ فرق رهي. لکت ۽ ڪتابت ڪندي اهو قاعدو ڌيان ۾ رکجي ته، اکر تمام سنها نه لکجن، جيتوڻيڪ اهي اکر حاشيي يا فٽ نوٽ ۾ لکڻا هجن، چوته صاف ۽ چٽا اکر پاڻ ۽ ٻين کي به آخر عمر تائين ڪم ايندا ۽ اکين کي به نقصان نه رسندو. جنهن جي نظر ڪمزور هجي ته اهو شام جي وقت نه لکي ۽ ان مهل ضرورت کا ن سواءِ ڪتاب به نه پڙهجي. ڪيس گهرجي ته گهٽ روشني واري جاءِ ۾ به لکڻ جو ڪم نه ڪري. ڪمزور نظر وارو رڳو معاوضي يا اجرت خاطر به لکڻ ۽ نقل ڪرڻ جو ڪم نه ڪري. ڪتابت جي اصولن مان ڪجهه هي آهن، جڏهن "الله" جو نالو لکجي ته، ان جي آخر ۾ "جَلَّ جَلَالُهُ" لکجي، جڏهن پياري نبي سڳوري جو نالو اچي ته، صلواة ۽ سلام يعني صَلَّي اللهُ عَلَيۡہِ وَسَلَّمَ (ان تي الله جي رحمت ۽ سلام هجي) ضرور لکجي. حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي پيارن وفادار ۽ جان نثار اصحابن سڳورن جي نالي سان گڏ آخر ۾ "رَضِيَ اللهُ عَنۡہُ" (الله تعاليٰ ان کان راضي ٿيو) لکڻ نه وسارجي ۽ دين جي اڪابر عالمن ۽ ڀلارن بزرگن جي نالي پٺيان "رَحۡمَةُ الله عَلَيۡہِ" (ان تي الله جي رحمت هجي) لکجي. قلم ٺاهڻ ۽

ان جي استعمال، مس ۽ ڪاغذ جي خاصيت تي پڻ توجهہ ڏيڻ گهرجي.مصنف کي سون يا چانديءَ جي قلم يا سون ۽ چانديءَ جي پاڻي سان لکڻ چڱو ناهي. اهڙي ريت ٻين ڪتابن لاءِ بہ ساڳيو حڪم آهي.

شاگرد کي اجازت کان سواءِ پرائي مس، ڪاغذ ۽ قلم ڪڻڻ نہ جڳائي. پڻ مصحف کي تمام سنهن اکرن ۾ نہ لکجي، جو ان کي پڙهڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي ۽ اهو پُڻ تعظيم جي خلاف آهي.

ڪو ڪتاب لکجي يا نقل ڪجي تہ، اهو اڪيلائي، آرام، سڪون ۽ خبرداري سان پيٽي درست ڪجي. ڪتاب نقل ڪرڻ يا پيٽڻ مهل سُستي، غفلت، تنداڪڙي طبيعت ۽ گوڙ گهمسان کان پاسو ڪجي. تڙ تڪڙ ۾ لکڻ، نقل ڪرڻ يا نسخا پيٽڻ سان فائدي جي بجاءِ نقصان ٿئي ٿو، ڇوتہ تڪڙ ۾ گهڻيون غلطيون رهجي وڃن ٿيون. (اصل ڪتاب ۾ هن کان پوءِ قرآن، حديث، فقه ۽ تصوف جي سبق پڙهائڻ ۽ ڪتابن شروع ڪرائڻ جو طريقو بيان ڪيل آهي.)

ڏسجي تہ جڏهن شاگرد ۾ علمي لياقت ۽ اهليت چڱي ريت پيدا ٿي آهي يا ڪورس پورو ڪري چڪو آهي تہ، کيس پڙهائڻ جي اجازت ڏجي يا سند (سرٽيفڪيٽ) ڏجي: باقي شاگرد ۾ علمي لياقت نہ هجي يا ڪورس اڻ پورو ۽ رهيل هجي تہ، پوءِ شاگرد کي اجازت ۽ سرٽيفڪيٽ نہ ڏجي.

"شاگرد" جو لفظ عام آهي. هر اهو ماڻهو شاگرد آهي، جيڪو ڪنهن استاد وٽ سبق پڙهي يا ڪو هنر سکي، پوءِ اهو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ روبرو ۽ ڪتابت ذريعي ڇونہ هجي. تعليمي اجازت ڏيڻ ۽ وٺڻ وقت

اجرت ڏيڻ وٺڻ جائز ڪونهي، جيتوڻيڪ قرآن ۽ فقه جي تعليم بابت ڪجهه ڏيڻ ۽ وٺڻ جائز تہ آهي، البت ان کان پرهيز ڪرڻ ۽ بچڻ چڱو آهي. سيني عالمن جو اتفاق آهي تہ ڪتابت، ادبي علم، طب ۽ شعر و شاعري جي سيکارڻ تي اجورو ڏيڻ وٺڻ روا آهي. جيڪڏهن استاد يا ڪنهن ٻئي جي ڪتاب مان پڙهڻ، ٻڌڻ لکڻ ۽ حوالن وٺڻ ذريعي فائدو ٿئي تہ، ان استاد يا ان ڪتاب جي مصنف جو شڪريو ادا ڪرڻ گهرجي. ممڪن ٿي سگهي تہ ان مصنف جي خدمت ڪجي تہ جيئن علم ۾ ويتر اضافو ٿئي. اهڙي طرح سبق شروع ڪرڻ، قرآن شريف پورو ڪرڻ ۽ حديث جا ڪتاب جهڙوڪ: شفاء (اَلشِّفَاءَ بِتَعْرِيْف حُقُوْقُ الْمُصْطَفيٰ قاضي عياض يَحَصَبِي اِنْدلسِي وفات :۵۴۴ هہ) صَحِيْح بُخَارِيَ (امام محمد بن اسماعيل بخاري وفات: ٢۵٦هہ) مَوَاهِبُ اللُّدُنِيَّة (احمد بن محمد قُسْطَلاَنِيْ وفات: ٩٢٣هہ) پورا ڪرڻ وقت بہ استاد جي خدمت ڪجي. مسجد ۾ ڏنڌي طور علم ۽ ڪتابن جي ڪتابت نہ ڪجي. رڳو پنهنجي لاءِ لکڻ اجازت آهي. اهڙي طرح ڪتابت جي سکيا وغيره بہ مسجد کان ٻاهر ڪنهن ٻي جاءِ ۾ ڏجي.

علم حديث جي روايت ۽ لکڻ پڙهڻ جو سلسلو جاري رکجي، ڇوتہ دين جي علم سکڻ جو سلسلو اهڙي ريت هلندو آيو آهي. محدث جو رتبو بہ مجتهد جهڙو آهي، پڻ علوم حديث اجتهاد جي شرطن مان آهن. محدث ۽ مجتهد رَسُوْلُ الله صَلَّي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَّمِ جا نائب آهن. اهڙي طرح عقائد، تفسير، حديث ۽ شرعي حڪمن ۾ استاد جو سلسلو قوي ۽ صحيح پڙهائجي ۽ ٻڌائجي، ڪوڙ ۽ من

گھڙت ڳالھين کان پاسو ڪجي.

علم اهڙن مشهور مصنفن ۽ امامن جي ڪتابن مان حاصل ڪرڻ گھرجي، جيڪي پروسي ۽ تحقيق وارا هجن. غير محققن ۽ غير معروف مصنفن جي ڪتابن کان پاڻ بچائجي.

اهڙي طرح تصوف جي علم ۾ احتياط ڪجي. تصوف ۾ جيڪا بہ شيء حضرت نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيْہِ وَسَلَّمَ جي حديث يا قول ۽ فعل سان ثابت نہ هجي تہ، ان تي اعتماد نہ ڪجي ۽ ان کي ڇڏي ڏجي. اهڙي ريت هر علم، ان علم جي ڄاڻو ۽ ماهر کان حاصل ڪجي. جيئن علم قرأت قاري کان، تفسير مفسر کان ۽ حديث محدث وٽ پڙهجي.

# فصل تيرهون

## استاد ۽ شاگرد جا آداب

استاد ۽ شاگرد جا به ڪي آداب آهن. ٻنهي تي لازم آهي ته، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ نيت خاص الله تعاليٰ جي راضپي حاصل ڪرڻ جي ڪن. جنهن وقت علمي شغل ۾ هجن ته ٻئي ڪنهن پاسي توجهه نه ڪن. پنهنجي دل کي دنيا جي لالچ ۽ مفاد کان پاڪ رکن، هر ڪنهن سان سهڻي اخلاق سان پيش اچن، پاڻ کي هر اجائي ڳالهه کان پري رکن، پڙهڻ پڙهائڻ وقت اکين جا اشارا ۽ هٿن جا لامارا نه ڏين ۽ قبلي جي سامهون ٿي ويهن. جيڪڏهن شاگرد گهڻا هجن ته پوءِ شاگردن کي استاد ڏانهن منهن ڪري ويهڻ گهرجي. ڪپڙا به صاف سٿرا ۽ سفيد هجڻ بهتر آهن، ۽ پڙهڻ ۽ رهڻ جي جاءِ به صاف سٿري هجي.

### استاد جا فرائض:

هرهڪ گفتگو جي شروعات الله جي نالي ۽ ان جي حَمد، تَشَهُدَ ۽ ٻنهي جهانن جي سردار مُحَمّد صَلّيَ اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ تي صلواة وسلام سان ڪجي. سندن آل، اصحاب، اِسْلام جي صالح بزرگن ۽ خاص ڪري استاد کي دعا خير سان ياد ڪجي. پڇاڙي به حمد ۽ صلواة ۽ دعا سان ڪجي. استاد درس پوري ڪرڻ کانپوءِ حمد ۽ صلواة بيان ڪري، هي دعا پڙهي "اَلۡحَمۡدُ لِلهِ الَّذِيۡ بِنِعۡمَةِ تَتِمَّ الصَّالِحَاتِ" . استاد ڪتاب کڻڻ مهل به بِسۡمِ اللهِ چوي، ڪتاب ساڄي هٿ سان کڻي، هميشه انصاف پسند رهي ۽ ظلم نه ڪري. هميشه حق ڏانهن رجوع ڪري، حق ٻڌائڻ ۾ شرم ۽ لڄ نه ڪري،

ڪنهن جي ڪيل ڀلائي جو انڪار نہ ڪري ۽ نہ ان کي لڪائي. جي ڪو علم يا ڪمال حاصل نہ هجي، تہ ان جي دعويٰ نہ ڪجي، جو ايئن ڪرڻ سان آخر شرمسار ٿيڻو پوي ٿو. پڙهڻ پڙهائڻ، لکڻ، سفر ڪرڻ، ڪتاب ۽ علم اختيار ڪرڻ ۾ استخاره ڪجي. استاد کي الله تعاليٰ جو هن ڳالهہ تي شڪرانو ادا ڪرڻ گهرجي تہ، جنهن کيس تعليم ۽ استاد ٿيڻ جي لائق بنايو آهي ۽ شاگرد کي پڻ اهڙي نصيحت ڪري. شاگرد سان نرمي ڪجي، سختي ۽ ڪاوڙ نہ ڪجي. استاد، شاگرد کي اهڙي ڏکئي نموني سان نہ پڙهائي جو هو سمجهي نہ سگهي، پر تعليم ڏيڻ ۾ اهڙو آسان ۽ سولو طريقو اختيار ڪري، جو هو جلدي آساني سان مقصد سمجهي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن وقت شاگرد سبق غور سان نہ ٻڌي يا نہ سمجهي تہ ان کي پنهنجي نظر ۾ حقير نہ ڄاڻجي، پر ايئن خيال ڪجي تہ هي ماءُ جي پيٽان ڪورو آيو آهي ۽ هينئر بہ ايئن آهي، اڳتي هلي سمجهي ويندو. اميرن ۽ وڏن ماڻهن جي در تي هلي وڃي سبق ڏيڻ جي ڪري استاد پاڻ کي خوار نہ ڪري (ڇوتہ علم ۽ استاد جي وڏي عزت آهي ان ڪري اهي پاڻ اچي استاد وٽ علم حاصل ڪن ۽ استاد ٽيوشن لاءِ در در تي وڃي علم جي عزت ۽ اهميت کي نہ گهٽائي.) پڙهائي جي جاءِ کي ڪشادو رکجي تہ جيئن سيڪو ويهنڙ ۽ ايندڙ ويندڙ فائدو حاصل ڪري ۽ تنگ نظر نہ ٿئي. استاد سبق پڙهائڻ کان اڳ ۾ اتي بہ رڪعتون نفل پڙهي ۽ حضرت موسيٰ عَلَيۡہِ السَّلَامُ جي هي دعا پڙهي.* "رَبِّ اشۡرَحۡ لِيۡ صَدۡرِيۡ وَيَسِّرۡلِيۡ اَمۡرِيۡ وَاحۡلُلۡ عُقۡدَةً مِنۡ لِّسَانِيۡ يَفۡقَهُوۡا قَوۡلِيۡ" (ترجمو: اي منهنجا پالڻهار!

---

* پارو ١٧، سورت طٰہٰ

مون لاءِ منهنجو سينو کول ۽ مون لاءِ منهنجو ڪم آسان ڪر ۽ منهنجي زبان تان ڳنڍ کول، تہ اهي منهنجي ڳالهہ سمجهن).

فقهي مذهبن يا اصولن ۽ طريقن کي لکي پيش ڪري ۽ انهن لاءِ دليلن کي ترتيبوار آڻي يعني پهريان سولا ۽ عام فهم ۽ ان کان پوءِ قوي دليل پڙهائي دوران اهڙو طريقو اختيار ڪري جو شاگرد جي علمي ۽ ديني ترقي ٿئي. شاگرد کي وڏن ۽ مشڪل ڪتابن ۽ علمن پڙهائڻ کان پهريان، ان کي آسان ۽ طبيعت جي موافق عام فهم علم حاصل ڪرڻ لاءِ چوي. جيڪڏهن شاگرد کان ڪا خطا ٿي پوي تہ، ان سان شفقت ۽ بردباري سان نڀائجي، جيئن مهربان پيءُ پنهنجي پٽ سان پيش ايندو آهي. پنهنجي ڪاوڙ ۽ خراب نيت جي ڪري ان کي سبق پڙهائڻ ۽ تعليم ڏيڻ کان محروم نہ ڪجي. پڙهائڻ مهل مطلب کي تمام مختصر نہ ڪجي، پر پورو ۽ تفصيل سان بيان ڪجي.

استاد پنهنجي تعليم جو دائرو رڳو خاص دوستن، شاهوڪار ۽ وڏن ماڻهن جي اولاد تائين محدود نہ رکي، بلڪ هر طالب علم کي درس ڏئي. تصنيف، تصرف ۽ روايت ۾ شهرت جو شوقين نہ هجي ۽ گهڻن شاگردن جو بہ حريص نہ هجي. پهريان شاگرد جو امتحان وٺي تہ اهو علم جي طلب ۾ سچو آهي يا نہ- پوءِ جيڪڏهن ان کي سچو ۽ محنتي سمجهي تہ ڪيس اولاد وانگر تربيت ڏي ۽ سندس همت افزائي ڪندو رهي. شاگرد کي ٻين استادن وٽ اچڻ وڃڻ کي خراب نہ ڄاڻي، استاد پاڻ کي فخر طور ائين نہ سمجهي تہ بس، علم ۽ ڪمال ۾ آئون ئي سڀ ڪجهہ آهيان. جيڪڏهن شاگرد کان ڪا

خطا ٿئي تہ ان کي سھو ۽ ويسر ڄڻي، سخت گرفت نہ ڪري. جيڪڏھن شاگرد اھڙين حرڪتن کان باز نہ اچي تہ پھريان ان کي اشاري ڪنائي سان تنبيہ ڪري، جيڪڏھن شاگرد سمجھي وڃي تہ ٺيڪ آھي،پوءِ بہ ان کي شفقت سان سمجھائي. ان کان بعد ئي ڪيس جھڻڪي ۽ منع ڪري. اگر شاگرد ڪو صحيح عذر پيش ڪري تہ استاد کي قبول ڪرڻ گھرجي.

جيڪڏھن شاگرد، مشائخن تي اعتراض ڪري يا اھڙو قول يا فعل ظاھر ڪري، جنھن سان استاد ۽ شاگرد ۾ جدائي ٿيڻ ضروري ٿي پوي تہ، استاد ٻي چار ڀيرا ان کي معاف ڪري. استاد، شاگرد کي ان ڳالھ کان آگاہ ڪري تہ، تنھنجي باري ۾ منھنجي دل ۾ ھي ھي ڳالھيون يا شڪ شبھا آھن تہ جيئن شاگرد بيخبر يا حجت ۽ انڪار جي ڪري حد کان تجاوز نہ ڪري. استاد شاگرد جو علم جي شوق ۽ سمجھ بابت امتحان وٺي. استاد شاگرد سان گفتگو دوران منھن ڪڙو نہ ڪري ۽ زيادہ ڪل ڀوڳ بہ نہ ڪري. استاد ڪنھن ضروري سبب کان سواءِ سبق پڙھائڻ ۾ سُستي نہ ڪري. جيڪڏھن شاگرد ڪنھن ٻئي ڪم ۾ مشغول ھجي تہ، ڪيس ان وقت سبق پڙھڻ جو حڪم نہ ڪجي. شاگرد کي سبق سندس لياقت مطابق ڏجي تہ جيئن جلدي سمجھي وڃي. استاد، الله تعاليٰ کان پنھنجي شاگردن، سندن دوستن جي حق ۾ دعا پندو رھي، تہ الله تعاليٰ انھن کي ديني علم، ان تي عمل ۽ استقامت جي توفيق نصيب ڪري. ۽ جيڪڏھن شاگرد گھڻا ھجن تہ انھن کي الڳ ڀيرڊن ۾ سبق ڏجي، پوءِ ڪٿي انھن لاءِ وقت ۽ جاءِ مقرر ھجي يا نہ.

جيڪڏهن استاد کان ڪو سوال پڇيو وڃي ۽ کيس ان جو جواب معلوم نہ هجي تہ چوي "اَللهُ اَعلَمُ وَلا اَدرِيْ"، الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو ۽ مونکي خبر نہ آهي. جيڪڏهن استاد پاڻ جواب نہ ڏيئي سگهي تہ ان جو جواب ڪنهن ٻئي استاد کان پُڇجي، جيڪو ان کي ڄاڻي ۽ ان ۾ ڪو عيب نہ آهي ۽ نہ ان ۾ پنهنجي حقارت ڄاڻجي. جيڪڏهن پڇيو وڃي تہ، هن وقت ملڪ يا روءِ زمين ۾ وڏو عالم ڪير آهي؟ جيتوڻيڪ دنيا ۾ پاڻ ئي وڏو عالم هجي، پر وڏائي ۽ فخر جي ڪري ائين نہ چوي تہ، ڪو آئون ئي دنيا ۾ وڏي علم وارو آهيان.

جيڪڏهن پنهنجي استاد جي فرزند کي پڙهائي تہ ائين سمجهي، جڻ آئون پنهنجي استاد جي ڏنل علم جي امانت سندس پُٽ جي حوالي ڪريان ٿو ۽ استاد جي فرزند تي بہ لازم آهي تہ، درس ڏيندڙ پنهنجي پيءُ جي شاگرد استاد جي دل وجان سان عزت ۽ تعظيم بجا آڻي.

استاد کي گهرجي تہ پنهنجي شاگردن کي ان ڳالهہ کان روڪي تہ، جيئن اهي سندس تعريف ۾ وقت جي ٻين عالمن ۽ اڳين بزرگن کان مبالغو ۽ واڌارو نہ ڪن. هو هن ڳالهہ جو چاهيندڙ بہ نہ هجي جو جڏهن مجلس (ڪلاس) ۾ اچي تہ شاگرد سندس تعظيم خاطر اُٿي بيهن. شاگردن تي هن ڳالهہ جو ٿورو نہ تڪي تہ هو ڪو سندن استاد آهي، بلڪ الله تعاليٰ جو احسان سمجهي، جنهن کيس علم پکيڙڻ ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي توفيق بخشي آهي. جڏهن شاگرد بحث مباحثي ۾ حد کان ٽپي وڃن تہ، انهن کي روڪي يا في الحال اتان اٿي وڃي جو سنت ۽ چڱو طريقو اهو آهي. خلق کي عمل جي

دعوت ڏيڻ کان پهريان، چڱين ڳالهين جي ترغيب ڏئي. چڱن ڪمن جو امر ڪرڻ ۽ بڇڙن ڪمن کان روڪڻ يعني امر ۽ نهي جو سلسلو جاري رکي. لائق ۽ سچي طالب ۽ صالح شخص کان اهي ڳالهيون نہ لڪائي. جن ماڻهن بابت هي يقين هجي تہ، اهي علم ذريعي خلق خدا کي ايذائيندا يا ذليل ڪندا يا فتنو ۽ فساد پکيڙيندا تہ انهن کي تعليم نہ ڏئي. هميشه درس ڏيڻ تي حريص هجي، ڇوتہ ٻي عبادت کان ديني علم جي تعليم ڏيڻ افضل عبادت آهي. درس و تدريس وقت علم کان وڌيڪ عمل ڪرڻ جو جذبو جاڳائڻ ضروري آهي، ڇوتہ سڀني علمن جو مقصد ئي نيڪ عمل ڪرڻ آهي.

## شاگرد جا فرائض ۽ آداب:

شاگرد تي تعليم حاصل ڪرڻ دوران جيڪي ذميداريون ۽ جوابداريون لازم آهن تن ۾ پهريان الله تعاليٰ جو شڪر بجا آڻڻ آهي، جنهن کيس علم حاصل ڪرڻ جي لياقت ۽ طاقت بخشي آهي. تعليم پرائڻ کان اڳ ۾ پاڻ ۾ علم پرائڻ جا آداب پيدا ڪجن تہ جيئن جلدئي علم حاصل ٿي سگهي. تعليم دوران دل ۾ اها نيت ڪري تہ، جيستائين علم حاصل ڪرڻ جو پورو مقصد حاصل نہ ٿيندو، تيستائين هن استاد کي ڇڏي نہ ويندس. جڏهن ڪامل استاد کان علم جو مقصد پورو حاصل ٿي وڃي تہ، الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪري ۽ چوي، "يَا وَاجِدُ يَا مَاجِدُ لَاتَزَلْ عَنِّيْ نِعْمَةً" يعني، اي منهنجا ڌڻي! جيڪا علم جي نعمت تو مونکي عطا ڪئي آهي، اها ختم نہ ڪر. استاد جي خدمت ۾ اچڻ مهل اجازت گهرجي. استاد

جي دوست جي عزت چڱي طرح ڪجي. شاگرد پاڻ پنهنجي حسب، شان، مان، ڀلائي، علم ۽ اهڙي قسم جي ٻي دعويٰ ڪان پاسو ڪري. پاڻ کي عجمي يا گونگو ڄاڻي. استاد جي خدمت دل وجان سان ڪرڻ کپي. شاگرد هميشه هن ڳالهه جو خيال رکي، جو ڪانئس ڪو اهڙو اڻ وڻندڙ ڪم يا غلطي ظاهر نه ٿئي، جنهن سبب استاد مجبور ٿي ڪيس چوي ته، هن ڪان پوءِ مون وٽ نه اچ. استاد جي خدمت ۾ پوري طرح ڪوشش ڪجي. استاد جي خدمت ڪندي جيڪا به تڪليف ۽ ڏکيائي ٿئي، ان تي صبر ڪجي. الله تعاليٰ ڪان استاد جي خدمت ۽ راضپي جي توفيق طلب ڪجي. اهڙي ريت الله تعاليٰ ڪان ماءُ پيءُ جي راضپي جي دعا گهري. جنهن وقت استاد پريشان دل هجي ته، ان مهل ڪانئس سبق وٺڻ جي تڪليف نه ڏجي. جنهن وقت استاد، شاگرد کي سبق پڙهڻ يا مطالعي لاءِ چوي ته سُستي ۽ غفلت نه ڪري.

استاد کي گهڻن سوالن ۽ گهڻي سبق لاءِ تنگ نه ڪري. سوال واسطي استاد ڪان اجازت طلب ڪري. پنهنجي استاد کي ڇڏي، ٻئي استاد وٽ نه وڃي، ۽ اهو يقين رکي ته جيڪو منهنجو نصيب هوندو، مونکي هن استاد وٽان ضرور ملندو. البت جيڪڏهن استاد جي اجازت سان ٻئي استاد وٽ وڃي يا ڪنهن ضرورت وقت اهڙي استاد وٽ وڃجي جيڪو پهرئين استاد ڪان ديني علمن، پرهيزگاري ۽ سنت طريقي ۾ تمام افضل هجي. جيڪڏهن شاگرد تمام مسڪين آهي ۽ استاد خوشحال آهي، ته شاگرد، استاد جي مال ۽ دنيا ۾ لالچ جي نظر نه وجهي، پر جيتريقدر ٿي سگهي ته استاد جي

خدمت ڪجي ۽ سندن مال جي حفاظت ڪجي ڪيس سوکڙي پاکڙي ڏجي. جاڻي واڻي استاد وٽ مهمان نہ ٽيڻ گهرجي، ڇوتہ هڪ پاسي استاد کي تڪليف ٿيندي تہ ٻئي طرف استاد مهمان جي خاطر تواضع ۾ شاگرد جي تعظيم ڪرڻ تي مجبور ٿيندو ۽ اها بي ادبي آهي. البت جيڪڏهن استا رنج ٿئي تہ پوءِ ڀلي وڃس ترسي. استاد جي حق ۾ معاون ۽ مددگار رهي. جيڪڏهن استاد ڪنهن شيءِ جو امر ڪري ۽ اها شيءِ يا ڪم مشڪل هجي تہ، اهڙي طريقي سان ان کي نڀائي، جيئن استاد جي دل رنج نہ ٿئي.

شاگرد تي لازم آهي تہ استاد جي حق ۾ الله تعاليٰ کان دعا گهري تہ، استاد جا درجا بلند ٿين. دنيا ۽ آخرت ۾ سندس بخت ۽ ڀاڳ ڀلو ٿئي ۽ الله تعاليٰ ٻنهي جهانن ۾ سندس دين ايمان جي حفاظت ڪري. استاد جي باري ۾ دل ۾ اعتراض نہ ڪري ۽ ظاهري طرح زبان سان بہ ان کي نہ رنجائي. ڇوتہ استاد کي دل ۾ برو سمجهڻ ۽ ان کي زبان سان رنجائڻ بہ حرام ۽ هميشه جي بدبختي آهي، بلڪ بربادي جو سبب آهي. شاگرد، استاد ۽ ٻين بزرگن جي سامهون هلڻ، ڪائڻ پيئڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ اڳرائي نہ ڪري، جيتوڻيڪ استاد شاگرد کي همت افزائي طور انهن ڳالهين ۾ اڳرائي جي اجازت بہ ڏئي،تڏهن بہ شاگرد هر حال ۾ ادب جو دامن هٿان نہ ڇڏي. جڏهن ڪو شاگرد ننڍي ڀاءُ وٽ پڙهي تہ، ان جو بہ ادب ۽ احترام ڪري. ڀيءُ جي احترام کان بہ زياده، ڇوتہ ڀيءُ وٽ پڙهيو نہ آهي. اهڙي طرح ڀيءُ جي شاگرد وٽ پڙهي تہ ان جي بہ ساڳي طرح عزت ڪري.

جڏهن شاگرد استاد کي علم جي مذاڪري، وعظ، مراقبي يا تلاوت قرآن ۾ مصروف ڏسي تہ ان وقت ان مشغولي ڪري کيس سلام نہ ورائي. استاد جي اڳيان ۽ ساڄي ۽ کابي نہ ويهي. استاد جي سامهون مجلس ۾ مناسب جڳهہ تي ويهي يا جتي استاد ويهڻ جو چوي اتي ويهي. استاد جي سامهون خاموشي سان ويهي. ۽ ڪوشش ڪري پنهنجي مقرر جاءِ تي ويهي.

شاگرد نماز پڙهائڻ ڪان پوءِ استاد جي مصلي تي نہ ويهي. جيتوڻيڪ استاد کيس ان مصلي تي نماز پڙهائڻ جي اجازت ڏئي مقرر ڪيو هجي. استاد جا ڪپڙا بہ نہ پائي. جيڪڏهن استاد اجازت ڏئي، تڏهن بہ انهن ڪپڙن مان سلوار نہ سبرائي. جڏهن استاد ۽ شاگرد هڪ نهر تان وضو ڪن، تہ شاگرد، استاد ڪان هيٺئين طرف ويهي وضو ڪري ۽ استاد جي مٿئين پاسي ڪان نہ ويهي. استاد جڏهن اچي تہ، شاگرد ادب خاطر اٿي بيهي، اگرچہ مسجد ۾ بہ هجي. استاد جي سامهون وڏو آواز نہ ڪري. جيڪڏهن استاد شاگرد کي سڏ ڪري تہ جلد اچي حاضر ٿئي، توڙي جو شاگرد نفل نماز ۾ هجي. استاد جي خدمت ۾ سندس اجازت کانسواءِ نہ وڃي. استاد جي سامهون غافل ۽ ننڊاکڙو تي نہ ويهي. جيستائين استاد سبق پڙهائيندي پنهنجو بيان پورو نہ ڪري،اوستائين شاگرد سوال نہ ڪري. استاد جي موجودگي ۾ سندن اجازت کانسواءِ شاگرد ڪنهن بہ ڪم ۾ اڳرائي نہ ڪري، ٻئي ڪنهن جي سوال جو جواب بہ نہ ڏئي. جيڪڏهن ڪنهن وقت استاد، شاگرد جي سوال جو جواب نہ ڏئي تہ، شاگرد ان سوال کي ٻيهر نہ دهرائي. ڪوبہ سوال ٿن پيرن

ڪان زياده نه ڪيو وڃي ۽ شاگرد استاد سان ڪڏهن به جهڳڙو نه ڪري، جو ان سان دشمني پيدا ٿئي ٿي. شاگرد سوال مختصر واضح ۽ نرمي سان ڪري جيئن ان جو جواب به نرمي سان ۽ فائدي وارو ملي. شاگرد، استاد يا ٻئي ڪنهن ڪان دشمني، آزمودي ۽ امتحان خاطر ڪوبه سوال نه ڪري. البت شاگرد نئين استاد وٽان معلومات خاطر پلي سوال پڇي ته جيئن ان استاد ڪان مطمئن ٿي، ڪانئس علم پرائي ۽ سندس شاگرد ٿئي. جيڪڏهن شاگرد کي پورو يقين آهي ته استاد جواب ڏيڻ ۾ خطا ڪري رهيو آهي ته استاد کي گهٽ وڌ چوڻ نه جڳائي. بلڪ اڪيلائي ۾ ادب ۽ احترام سان ان باري ۾ استاد کي عرض ڪري، جيئن ڪو ٻيو نه ٻڌي ۽ استاد شرمسار نه ٿئي.

استاد کي سڪڻو نالو وٺي نه سڏي. ڪوبه ڪم استاد کي سندس گهر جي ٻاهران يا پري ڪان بيهي سڏ ڪري نه چوي، پر ڪو به ڪم استاد جي خدمت ۾ روبرو پيش ٿي چوي ۽ پنهنجي اچڻ جو اطلاع به استاد جي در تي نه ڪري بلڪ استاد جي اچڻ جو انتظار ڪري. البت تمام سخت لاچار هجي يا استاد طرفان ڪيس اهڙي اجازت مليل هجي ته پوءِ سڏ ڪري سگهي ٿو. استا، جي گهر ۾ سندس اجازت ڪانسواءِ نه اچي، خاص ڪري جڏهن استاد باعيال گهر ۾ رهيل هجي. استاد جي گهر واري ۽ نياڻين جو ادب ۽ احترام پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ وانگر ڪري. هر ڪم ۽ ڳالهه ۾ پنهنجي رضا ڪان وڌيڪ استاد جي رضا کي اهميت ڏي. هر حال ۾ استاد جي ڪم ۽ ضرورت کي پنهنجي ڪم ۽ ضرورت ٿان وڌيڪ

اهم سمجهي ان کي اڳ ۾ بجا آڻي. مسافري ۾ به پهريان استاد جو سامان ٻڌي ڇاهي ۽ پوءِ پنهنجو سامان ٻڌي تيار ڪري.

شاگرد جيڪو علم پڙهيو آهي، ان جو دوُر ڪندو رهي. جيڪڏهن ٻيو ڪو نه هجي ته اڪيلوئي مطالعو ڪندو رهي. شاگرد جيڪو ٻڌي يا پڙهي ته ٻين طالبن کي به سيکاري. اهو ڪتاب ۽ علم جنهن کي شاگرد سمجهڻ جي لياقت ۽ طاقت نه رکندو هجي ته نه پڙهي، جو ائين ڪرڻ اجائي خواري ۽ وقت جو زيان آهي. شاگرد جيڪو به پڙهي ته ان جي زڪوات هن طرح ادا ڪري چاليهن مسئلن مان چاليهين تي عمل ڪري ته، سندس عمل زياده ٿئي ۽ مرتبو بلند ٿئي. لڄ يا وڏائي جي ڪري علمي استقفادي کي ڇڏي نه ڏئي. جيڪڏهن شاگرد سمجهي ته جيئن سندس استاد دنيا جو طالب يا بي عمل آهي، ته به ان کان علمي استعفادو حاصل ڪرڻ ڇڏي نه ڏي. علم ۽ عمل جي نتيجن حاصل ڪرڻ ۾ تڪڙ نه ڪري يعني ائين نه چوي ته، پڙهندي گهڻو وقت گذري ويو آهي، پر مونکي ڪجهه به حاصل نه ٿيو آهي، بلڪ ان ۾ پنهنجو قصور ڀانئي. طالب علمن کي اجائي راند روند ۾ مشغول ٿيڻ نه کپي ۽ ڪنهن تي به ٺٺول نه ڪري، ڇوته اهي ڳالهيون دل کي ڪارو ڪن ٿيون. هرهڪ کي چڱي ڪم جو امر ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ وقت به تواضع دوستي، سهڻي گفتار ۽ اخلاق سان پيش اچڻ گهرجي. بحث مباحثي ۾ استاد يا ڪنهن ٻئي سان گفتگو ڪرڻ مهل، انهن جي مرتبي ۽ فضيلت جو لحاظ رکي.

مجلس ۾ ٻئي کي اٿاري پاڻ اتي نه ويهي، پر مجلس وارن تي

لازم آهي تہ ازخود ڪشادگي ڪري ايندڙ کي جاءِ ڏين. جيڪڏهن ڪو ماڻهو وضو يا ڪنهن ٻئي اهڙي ڪم لاءِ مجلس مان اٿي وڃي ۽ وري موٽي اچي تہ ان جاءِ تي ٻين کان پهريان اهوئي ماڻهو ويهڻ جو حقدار آهي. ڪوبہ ماڻهو مجلس ۾ هرويرو مٿاهين يا صفا ڪنڊ ۾ ويهڻ جي ڪوشش نہ ڪري، پر جتي مناسب جاءِ ملي اتي ويهي رهي. شاگرد، استاد وٽ ڪوڙ بدوڙ، گلا غيبت ۽ اجايون ڳالهيون نہ ڪري ۽ استاد سان ڪا بہ قولي، فعلي، عهدي يا مالي شين ۾ خيانت نہ ڪري. استاد جيڪو بہ دل جو راز اوري تہ شاگرد ان راز کي ظاهر نہ ڪري. جيڪڏهن شاگرد کي استاد جو قرب ۽ پيار حاصل هجي، تڏهن بہ استاد سان ادب ۽ احترام ۽ اخلاق سان پيش اچي ۽ ناز نخرا نہ ڪري ۽ اهڙي چلولائي ۽ ڇيڳرائي ڪرڻ سان پاڻ کي خوار نہ ڪري. شاگرد انهن ڳالهين ۾ نہ پوي، جو هرويرو پنهنجي استاد کي ٻين بزرگ عالمن کان مٿانهون ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. ڪنهن بہ ماڻهو جي گلا نہ ڪري، خاص ڪري استاد جي گلا، ڇوتہ ڪفر کان پوءِ سڀ کان وڏيڪ دل کي ڪاري ڪرڻ وارو گناهہ، گلاغيبت ۽ ساڙ ئي آهي. استاد جي گلا ڪرڻ جهڙو ٻيو ڪو بڇڙو ڪم ڪونهي، پر استاد جي باري ۾ رڳو دل ۾ خراب گمان بہ نہ ڪجي. مطلب تہ، استاد سان هرحال ۾ ادب ۽ رعايت سان پيش اچي. جيڪي بہ ڳالهيون مٿي گذري آيون آهن، انهن کي بجا آڻي. باقي جيڪي استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ ضروري آداب آهن، انهن کي علم تصوف وانگر شرعي علمن جي ڪتابن مان طلب ڪرڻ ۽ ڏسڻ لازم آهي.

جيڪو انهن مٿين آدابن مان ڪا شيءِ ڇڏيندو ته، حقيقي عالمن جي مرتبي تي نه پهچندو. البت شرعي آدابن ۾ ائين نه آهي ته، سبق پوري ٿيڻ ڪان پوءِ هرويرو شاگرد تعظيم واسطي اٿي بيهي، ڇوته ائين ڪرڻ حضور صلي الله عليه وسلم، اصحابن سڳورن، تابعين، مجتهدن ۽ اڳين صالح بزرگن کان ثابت ناهي. ٻ. ان تي واڌارو ڪرڻ نه جڳائي، ڇاڪاڻ ته بانگ رڳو فرض نماز لاءِ ضروري آهي، پر عيد، وتر، تراويح تهجد ۽ ضحيٰ نماز لاءِ بانگ ڏيڻ شرعاً لازمي ڪانهي.

# فصل چوڏهون

## يادگيري جا ڪارڻ، ويسر ۽ انجا نقصارڪار نتيجا

ننڊپڻ ۾ پڙهڻ ۽ علم جي يادگيري ڪرڻ جو بنياد آهي لاڳيتي ڪوشش، بحث مباحثو ڪرڻ ۽ لکڻ ان جا اهم ذريعا آهن. علم پرائڻ، ياد داشت ۽ مطالعي بابت جيڪي شرط ۽ گهرجون گذريل بابن ۾ پڌايل آهن، انهن جو پورائو ڪرڻ ضروري آهي. جيئن، سوال جواب ڪرڻ، سوال سهڻي نموني ۽ سنجيدگي سان پڇڻ. گهڻا "قُل" پڙهڻ، جيڪو علم حاصل ٿئي، ان تي شڪر ادا ڪرڻ. ننڊ ڪرڻ مهل سورت "بَقَرَة" جون ڏهه آيتون پڙهڻ. يعني چار آيتون منڍواريون، آيَتَ الْكُرْسِيْ ۽ ان سان لاڳيتيون ٻه آيتون ۽ آخري ٽي آيتون. ياد ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ دعا گهرڻ واسطي پنج پنج آيتون روزانو ياد ڪرڻ گهرجن. اهڙي طرح ٻن مهينن ۾ هڪ سيپارو ياد ٿي ويندو. قرآن ياد ڪرڻ ۽ برڪت لاءِ سورت "مُدَثِّرَ" پڙهڻ گهرجي.

قرآن شريف ياد ڪرڻ جو آسان طريقو هي آهي ته، روزانو ٿورو ٿورو ياد ڪجي. جيستائين قرآن شريف پورو ٿئي، تيستائين پڙهيل سبق کي ٻه ٽيرو ڏئي دؤر ڪندو رهجي. گهڻي دؤر ڪرڻ سان ئي جلدي قرآن ياد ٿيندو. قرآن ياد ڪرڻ جو اهوئي طريقو عالمن ۽ بزرگن جو آزمايل آهي. ان کان سواءِ ٻيا اصول جيڪي ڪتاب ۾ بيان ٿيل آهن، انهن کي به ذهن ۾ رکجي. جيئن برڪت خاطر آب زم زم جو پاڻي پيئڻ، سخت محنت ۽ جدوجهد، شريعت ۽ علم تي عمل ڪرڻ. الله تعاليٰ جي دربار ۾ عاجزي ۽ انڪساري ڪرڻ، اڌ رات جو اٿي دعا گهرڻ ۽ عبادت ڪرڻ، استاد ۽ پيءُ جي لاءِ دعا جي طلب ۽ مدد گهرڻ.

# فصل پندرهون

## علم وڌائڻ ۽ ان ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ

جاڻ ۽ علم وڌائڻ لاءِ ضروري ڳالهيون: ماهر استادن ۽ عالمن سان واسطو پيدا ڪرڻ. دنيا جي معاملن ۾ ضرورت کان سواءِ دل کي دور رکڻ. ڪتابن ۽ استادن جو ميسر ٿيڻ. علم ۽ عمل حاصل ٿيڻ تي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪرڻ. علم جي مقصد ۾ اخلاص سچائي، رياضت ۽ خدا جو خوف ۽ الله تعاليٰ جي رحم ۽ ڪرم ۾ اميد رکڻ. استاد جي عزت ڪرڻ. بدعت، گناهه ۽ اجاين ڳالهين کان پاڻ بچائڻ. حرام ڪمن کان پاسو ڪرڻ. نفس جي پريشانين تي صبر ڪرڻ. امانت ادا ڪرڻ. برڪت خاطر آب زم زم جو پاڻي پيئڻ. نفل نماز ڪثرت سان پڙهڻ. صدقو ڏيڻ. يتيمن تي شفقت جو هٿ رکڻ. مسڪينن کي کاڌو کارائڻ. الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ استغفار ڪرڻ. نبي مختار صلي الله عليه وسلم تي ڪثرت سان صلواة ۽ سلام پڙهڻ. قرآن شريف گهڻو پڙهڻ. ٿورو کائڻ ۽ الله تعاليٰ کان توفيق ۽ مدد گهرڻ. (وڌيڪ تفصيل "نهج المعلم" ڪتاب ۾ آهي.)

سورت "هَلْ اَتيٰ" کي گهڻو پڙهجي، صالحن ۽ سٺن ماڻهن سان صحبت ڪرڻ. گهڻيون اميدون نه رکڻ. پنهنجن گذريل گناهن کي ياد ڪري پشيمان ٿي سچي دل سان توبهه ڪرڻ. تهجد نماز پڙهڻ، خير خيرات ڏيڻ ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم تي عيد ۽ ٻين ڀلارن موقعن تي دورود شريف پڙهڻ ۽ گناهن کي ڇڏي ڏيڻ.

کاڌي پيتي ۾ احتياط ضروري آهي. رطوبات ۽ طاقت واريون شيون استعمال ڪجن. البت خشڪي پيدا ڪندڙ شيون نه کائجن، جن جو اثر بي انتها خشڪ هجي. خاص طور سي

خسيس اثر وارين شين کان ڇيڙائڻ ۽ ڪمزور ماڻهو کي وڌيڪ پرهيز ڪرڻ گهرجي. علم ۾ برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ ٻه رڪعتون نفل پڙهڻ. ان نفل جي پهرئين رڪعت ۾ آيت "ففهمنٰا ها سُليمان" ۽ ٻي رڪعت ۾ سورت "ڪوثر" پڙهڻ گهرجي.( وڌيڪ گذريل بابن ۾ جيڪي اصول بيان ٿيل آهن، انهن تي عمل ڪجي.)

ويسر جا ڪارڻ هي آهن: علم سکڻ وقت بي توجهي يا سبق توجهه سان ياد نہ ڪرڻ. نااهل کي علم سيکارڻ. ان ماڻهو کان تعليم وٺڻ، جيڪو علم سيکارڻ جو لائق ئي نہ هجي. علم کي دنيا ۽ ذاتي مفاد لاءِ سکڻ. انهيءَ ڳالهہ تي بحث ڪرڻ، جنهن جو بنياد ڪوڙ ۽ بيسودگي تي ٻڌل هجي. گهڻو ڳالهائڻ. حد کان وڌيڪ کل مسخري، راند روند ڪرڻ ۽ باڙ ٻتاڪ هڻڻ. اجايا سوال ڪرڻ يا سوال سهڻي نموني نہ پڇڻ. پنهنجي ڪم ۽ وقت کان غافل ٿيڻ، بدڪار ماڻهن سان واسطو رکڻ، ڊگهيون اميدون ڪرڻ ۽ اجايا پهہ پچائڻ. پڙهيل ڪتاب وسارڻ ۽ گناهن ڏي لاڙو ڪرڻ، ڪوڙ بدوڙ ۽ باطل ڪمن ڏي توجهہ ڏيڻ ۽ انهن جي اجائي جانچ جونچ ڪرڻ، علم ۽ صحيح ڳالهين تي عمل نہ ڪرڻ، گهڻو کائڻ. الله تعالىٰ ۽ ان جي ذڪر کي وسارڻ. ديني ۽ علمي مجلس يا مذاڪري ۾ غفلت ۽ سُستي سبب شرڪت نہ ڪرڻ. جمعي جي نماز ۽ ٻين شرعي ڪمن ۾ شريڪ نہ ٿيڻ. اڄ جو ڪم سڀاڻي تي ڇڏڻ بہ ويسر ۾ شامل آهي. هميشہ مڇي کائڻ ڪري بہ ذهن گهٽ ۽ ڪم عقلي پيدا ٿئي ٿي. فجر نماز کان پوءِ سمهڻ چڱو ناهي. علم ۽ اهل علم جي عزت ۽ تعظيم بيوقوف ۽ اهل بدعت جي ٺٺول ۽ کل مذاق جي ڪري ڇڏي نہ ڏجي. اهلبيت ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جي اولاد جي عزت بہ بيحد فائديمند آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ، جونءَ کي وٺي وري جيئرو ڇڏي ڏيڻ بہ ويسر جو ڪارڻ آهي.

## فصل سورهون

### حديث جي ڄاڻو (محدث) ۽ قرآن جي شارح ۽ تفسيرنگار (مفسر) ٿيڻ جا شرط ۽ اصول

محدث: حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي حديث سمجهڻ ۽ ان ۾ ڪامل مهارت حاصل ڪرڻ واري کي "محدث" چئبو آهي. جيڪو حديث جو ڄاڻو استاد ۽ ماهر ٿيڻ چاهي ٿو، پهريائين اهو حديث جي قاعدن، قانونن ۽ تفصيلن کي چڱي طرح سمجهي. حديث جو وسيع مطالعو، سخت جدوجهد حديث جي طلب ۾ سفر جون تڪليفون برداشت ڪرڻ جي لياقت ۽ طاقت رکي. ان سلسلي ۾ علم حديث جي وڏي ڄاڻو محدث امام محمد بن اسماعيل بخاري،( ولادت: ١٩٤هـ. وفات: ٢٥٦هـ) جي زندگي مثال طور سامهون رکي ان تي عمل ڪرڻ گهرجي.

مطلب تہ حديث جي شاگرد کي ڄڻائي ٿو، حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي حديثن کي لکندو رهي. ان سان گڏ حضور جن جي اصحابن سڳورن جا اقوال ۽ احوال، تابعين جا قول ۽ احوال، حديث جي سيني ماهر استادن جا تحقيقي اصول ۽ احوال، تاريخون، راوين جا نالا، ڪُنيتون مڪان ۽ زمان سميت سڀ محفوظ ۽ ياد ڪندو لکندو رهي. مقصد تہ حديث جو شاگرد دل ۽ جان سان هر وقت هرحال ۾ اهڙن ئي خيالن ۾ مشغول رهي.

ڪامل محدث ٿيڻ لاءِ اهو لازمي آهي تہ، هر وقت ۽ هرحال ۾ حديثون لکي، پوءِ لکڻ لاءِ جيڪا بہ شيءِ ميسر ٿئي جيئن: وڻن جا پن، پٿر، چمڙو ۽ ڪاغذ وغيره (اهو اڳئين وقت جي شاگردن لاءِ

حڪم هو. مگر هن دور ۾ پنا مس ۽ قلم وغيره هر شيء وافر مقدار ۾ موجود آهن.) حديث جي ماهر استاد ٿيڻ واسطي اهو به ضروري آهي ته. اهو لکڻ يعني ڪتابت، لغت، صرف ونحو يعني گرامر اڳ ۾ ئي سکي ته. جيئن حديث ۽ اصول حديث جي صحيح معرفت حاصل ڪري سگهي ۽ حديث کي سهڻي نموني لکي سگهي. شاگردن کي سيکارڻ جو جذبو ۽ خدا جو خوف هجڻ به ضروري آهي.( وڌيڪ امام بخاري جي وصيت ۾ مٿي وضاحت ٿيل آهي.)

**مفسر:** قرآن شريف کي پوري طرح پڙهڻ، پروڙڻ، پرجهڻ ۽ ٻين کي سمجهائڻ واري کي مفسر يا تفسيرنگار چئبو آهي. جيڪو قرآن شريف جو ماهر استاد ۽ تفسيرنگار ٿيڻ چاهي، ان لاءِ به قول يا رايا آهن. هڪڙن عالمن جو چوڻ آهي ته، مفسر يا تفسير نگار ٿيڻ واري کي فقه، علم حديث، آثار ۽ صحيح دليلن جو ماهر ۽ ڪامل اديب هجڻ لازمي آهي، پر پوءِ به قرآن جي حقيقت کي الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو يا جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي رسول صلي الله عليہ وسلم کي ڄاڻايو آهي.

ٻين عالمن جو رايو آهي ته، هڪ بهترين مفسر ٿيڻ لاءِ هيٺين علمن جي ڄاڻ ۽ انهن تي مهارت هجڻ لازم آهي. جهڙوڪ: علم لغت، نحو، صرف، اشتقاق، معاني، بيان، بديع، علم قرأت، اصول ڪلام، اصول فقه، علم فقه، حديث ۽ عطاءِ الاهي يا علم لُدَني.

مفسر کي پهريان قرآن جو تفسير قرآن مان ئي حاصل ڪرڻ کپي. جو ته قرآن جي ڪن آيتن جو تفسير ٻين آيتن سان ٿئي ٿو. ان

ڪان پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم قرآن جا صحيح شارح آهن ۽ حضور جن جي سنت ۽ زندگي ئي قرآن جو مڪمل تفسير آهي. (جيئن حضرت عَائِشَة رَضِيَ اللهُ عَنهَا کان حضور جن جي اخلاق بابت پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون، "ڪَانَ خُلِقَهُ الْقُرآن" (يعني رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو خُلق قرآن آهي.)

ان ڪان پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي اصحابن سڳورن جي اقوال ۽ آثار ڏانهن رجوع ڪجي، ڇوتہ اصحاب سڳورا ئي الله تعاليٰ جي نازل ڪيل وحي جا شاهد ۽ گواهہ آهن ۽ انهن اصحابن ئي رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان روبرو قرآن جو تفسير، مقصد ۽ مفهوم، راز ۽ رمزون پڌيون ۽ سمجهيون آهن.

ان ڪان پوءِ تابعين جي تحقيق ۽ قولن تي اعتماد ڪجي، ڇوتہ تابعين سڳورا حضور جن جي اصحابن سڳورن سان روبرو مليا ۽ ڪائن فيض حاصل ڪيائون ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان پوءِ اصحاب سڳورن ۽ تابعين جو زمانو "خَيرُالقُرُون" پلو زمانو آهي. انهن دين جي بابت ۾ هر طرح پوري تحقيق ۽ تصحيح سان ڪوشش ڪري دين جي هر شيءِ کي آسان بنايو آهي.

## فصل سترهون

## شاگرد کي مجتهد (دين جي ضمن ۾ ڪامل تحقيق ۽ ڪوشش ڪندڙ) ٿيڻ لاءِ لازمي ڳالهيون

جنهن ماڻهو کي الله تعاليٰ جي عنايت ۽ مهرباني حاصل ٿيندي آهي، ان جي دل ۾ اجتهاد جو جذبو پيدا ٿيندو آهي. اجتهاد جو درجو حاصل ڪرڻ ناممڪن ته نه آهي، البت مشڪل ضرور آهي. ان جو دارومدار سيني علمن حاصل ڪرڻ، دين جي بنيادي عقائد ۽ شرعي احڪام ۽ قاعدن ۽ اصولن کي پروڙڻ ۽ پرجهڻ تي آهي. ان سان گڏ مجتهد کي هميشه تقويٰ ۽ پرهيزگاري تي هلڻ، اهل سنت جماعت جي عقيدن ۾ راسخ هجڻ، بدعت جي سيني قسمن کان پرهيز ڪرڻ، حرام جي مال ملڪيت ۽ ظلم کان پاڻ بچائڻ آهي.

مجتهد لاءِ لازمي آهي ته، هو ۽ جواني ۾ ئي دين جي سيني علمن ۽ هر مضمون جي ڪتابن تي عبور حاصل ڪرڻ لاءِ هر وقت پڙهڻ ۾ مشغول رهي. مجتهد کي خاص ڪري وقت جي مشائخ بزرگن، حديث جي مشهور ماهر محدثن ۽ رباني عالمن سان صحبت ۽ واسطو رکڻ تمام ضروري. جيڪڏهن انهن صفتن وارا ڄاڻو اتي نه هجن ته، انهن سان صحبت ۽ ملاقات خاطر ٻين شهرن جو سفر ڪرڻ گهرجي. خاص ڪري علم جي مرڪزن؛ مڪي شريف، ۽ مصر وڃڻ ته هيڪاري ڀلو آهي. ڄاڻڻ گهرجي ته نبوت کان بعد ڪنهن جو به رتبو اجتهاد جي برابر نه آهي، جوته ولايت جو رتبو، روايت جي علمن ۾ رسوخ ۽ انهن تي عمل به ان اجتهاد جي جزن مان هڪ جزو ئي مس آهي.

## فصل ارڙهون

### صحيح فيصلو ڪرڻ، فتويٰ پڇڻ ۽ فتويٰ ڏيڻ جو بيان

حديث شريف ۾ آهي تہ، "ڪامل ايمان وارو ٻانهو اهو آهي، جيڪو هر شيءِ جي فتويٰ رباني عالمن کان پڇي." ٻي حديث ۾ آهي تہ، "مسئلن بابت سوال پڇڻ ۽ جواب ڏيڻ ۾ چئن ماڻهن کي ثواب ملي ٿو: سوال پڇندڙ، فتويٰ ۽ جواب ڏيندڙ، ٻڌندڙ ۽ انهن سان محبت ڪندڙ." سوال ڪندڙ لاءِ ضروري آهي تہ سوال پوري تفصيل ۽ صحيح نموني سان پڇي ۽ هر سوال عمل ڪرڻ لاءِ پڇي. سوال منجهيل ۽ اشارن ڪناين جي بجاءِ صاف ڪليل لفظن ۾ بيان ڪري.

شرعي سوال جي جواب ۾ فتويٰ ڏيندڙ مفتي کي تڪڙ ۽ اٻهرائي نہ ڪرڻ کپي، جو ان لاءِ سخت عذاب جو حڪم آيل آهي. اڳئين زماني جا صالح ۽ پلارا بزرگ هن ڳالھ کي پسند ڪندا هئا تہ، ماڻهو پلي انهن جي پاڻرن يعني ٻين عالمن کان سوال پڇن، چوتہ شرعي فيصلو ڪرڻ يا فتويٰ ڏيڻ وڏي جوابداري آهي. ڇاڪاڻ جو ان ۾ لالچ، رشوت، دوستي، وڏن ماڻهن جو احترام ۽ لاڳاپو، خوف ۽ رياءَ کي وڏو دخل آهي.

تاريخ ۾ ان باري ۾ مشهور مثال آهي تہ، شاه حسن ولد شاه بيگ ارغون سنڌ جو حاڪم هو. مرزا شاه حسن امتحان خاطر هڪ واپاري کان گهوڙا خريد ڪري قيمت ادا ڪرڻ ۾ سستي ڪئي. واپاري مايوس ٿي شريعت جي ڪورٽ ۾ دعويٰ لاءِ اچي حاضر ٿيو. ان ڪورٽ جو قاضي سيد شڪر الله شيرازي هو. جيئن تہ

دين جي قاعدي ۾ دعوائن جي فيصلي ۾ شاه ۽ گدا برابر آهن، تنهن ڪري قاضي بادشاه ڏانهن سمن موڪليو ۽ ديندار بادشاه پڻ هڪدم اچي حاضر ٿيو. دستور موجب، مدعي ۽ مُدعا عليه کان هڪ هنڌ بيهي دعويٰ بابت سوال جواب ڪرڻ هو، تنهن ڪري قاضي بندوبست ڪري ڇڏيو هو. جيئن بادشاه مدعي کان هڪ وک به مٿي وڌي نه سگهي. جڏهن ته بادشاه جو مقصد رڳو امتحان وٺڻ هو، تنهنڪري ان مدعي کي اڳ ۾ ئي راضي ڪري ڇڏيو. هاڻي قاضي اٿي هميشه جي دستور موجب بادشاه جي تعظيم بجا آڻي موزون جاءِ تي ويهاريو. ٿوري دوستانه صحبت کان پوءِ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪندي بادشاه چيو ته، "ڪمر ۾ هي خنجر انهيءَ لاءِ آندو هيم ته جيڪڏهن قاضي منهنجي رعايت ڪري ۽ شريعت جو قانون ڇڏي ڏي ۽ خدمتگارن مان به ڪو سيدي ۽ بزرگيءَ جو خيال رکي چون چرا ن ڪري ته مان پنهنجي هٿ سان هن هٿيار جي ذريعي ڪيس سيڪت ڏيندس." قاضي سيد شڪر الله شيرازي پڻ گاديءَ جي هيٺيان اگهاڙي ترار ڪڍي ڏيکاري ته "مان پڻ اهو خيال ڪيو هو ته متان بادشاه شريعت جي خلاف ورزي ڪري ۽ انهيءَ وقت ڪوبه ماڻهو ويجهو اچڻ جي به جرئت نه ڪري ته پوءِ مان پاڻ هن ترار سان شرعي سياست بجا آڻيندس (تاريخ تُحفَةُ الڪِرام جلد٣، ص: ٤٨٢- ٤٨٣).

فتويٰ ڏيندڙ مفتي لاءِ ضروري آهي ته، اهو فيصلي ڪرڻ مهل سوال ڪندڙ جي سوال کي پوري ريت سمجهي. ان سوال جي انداز بيان کي چڱي طرح سمجهي. ان فيصلي کي نبيرڻ ۽ فتويٰ ڏيڻ لاءِ

پنهنجي اهليت ۽ لياقت آهر ڪوشش ڪري. جيئن ته انسان ويسر ۽ خطا جو گهر آهي. ان ڪري جڏهن مفتي پاڻ ڪا فتويٰ ڏئي يا فيصلو ڪري ۽ ان ۾ ڪا غلطي يا سهو ٿي پوي ته غلطي معلوم ڪرڻ بعد. يڪدم پنهنجي غلطي ۽ سهو کي مڃي ۽ پنهنجي ڪيل فيصلي کان رجوع ڪري. ايئن ڪرڻ سان دنيا ۽ آخرت جي سعادت ۽ ڀلائي حاصل ٿئي ٿي. پنهنجي فيصلي ۾ ڪيل غلطي يا سهو مڃڻ کي عزت جو سوال نه بڻائجي ان ۾ شرم ۽ بي عزتي جو خيال نه ڪرڻ گهرجي. ايستائين ازخود فتويٰ ڏيڻ يا فيصلو ڪرڻ نه گهرجي، جيستائين ماهر استادن، ڪامل مشائخن کان پوري طرح اجازت، سند يا سرٽيفڪيٽ نه ملي.

مفتي لاءِ اهو به لازمي آهي ته هو مسلمان، تقويٰ ۽ عبادت جو صاحب، اڳين امامن جي صحيح قولن فيصلن ۽ ماڻهن جي معاملن جو پوري طرح ڄاڻو هجي. غير مجتهد مفتي لاءِ لازمي آهي ته هو صرف اصولي مسئلن جي فتويٰ ڏئي، فروعي يا اختلافي مسئلن بابت فتويٰ ڏيڻ کان پرهيز ڪري. اصولي مسئلن سان گڏ فروعي مسئلن جي فتويٰ ڏيڻ مجتهد مفتي جو ڪم آهي. پر جيڪڏهن غير مجتهد مفتي کي مجبورا فروعي مسئلي بابت ڪا فتويٰ ڏيڻي آهي ته اها فتويٰ ڪنهن مجتهد جي قول مطابق ڏي، جيڪو تحقيق سان ثابت هجي.

## فصل اٺويهون

### عالم باعمل جي تعريف، ۽ بدڪردار عالمن استادن، قاضين ۽ انتظام هلائيندڙن جي برائي ۽ مذمت بابت

عالم باعمل يعني جيڪي علم وارا پنهنجي علم تي عمل ڪن ٿا، انهن لاءِ قرآن شريف ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي حديثن مبارڪن ۾ وڏي ڀلائي آيل آهي. ۽ جيڪي عالم علم تي عمل ڪونہ ٿا ڪن يا سڪٿا بي عمل عالم آهن، انهن لاءِ قرآن جي هيٺين آيتن ۽ حديثن ۾ سخت تنبيه ۽ عذاب جي وعيد آيل آهي: "وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَاَ الَّذِيْٓ اٰتَيْنٰهُ اٰيٰتِنَا فَانْسَلَخَ مِنْهَا فَاَتْبَعَهُ الشَّيْطٰنُ فَكَانَ مِنَ الْغٰوِيْنَ" (١) (۽ انهن کي ان ماڻهو جو حال پڙهي ٻڌاءِ، جنهن کي اسان پنهنجون آيتون ڏنيون (يعني انهن جو علم) پوءِ هو انهن کان ڪورو ٿي نڪتو پوءِ شيطان ان جي پٺيان لڳو پوءِ اهو گمراهن مان ٿيو.) "يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَالَا تَفْعَلُوْنَ كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَاللّٰهِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَالَا تَفْعَلُوْنَ" - (٢). (اي ايمان وارؤ! اهڙي ڳالهہ ڇو چئو ٿا جا نٿا ڪريو. جيڪي اوهين نٿا ڪريو سا ڳالهہ چوڻ الله وٽ وڏي ڪاوڙ جي ڳالهہ آهي.) "مَثَلُ الَّذِيْنَ حُمِّلُوا التَّوْرٰىةَ ثُمَّ لَمْ يَحْمِلُوْهَا كَمَثَلِ الْحِمَارِ يَحْمِلُ اَسْفَارًا ۭ بِئْسَ مَثَلُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ" - (٣). (جن کي تورات (جو ڪتاب) ڪٿايو ويو پوءِ ان کي نہ ڪنيائون، انهن جو مثال گڏه جي مثال جهڙو آهي

---

(١) سيپارو٩. سورت اعراف. آيت: ١٧٥
(٢) سيپارو٢٨. سورت الصف. آيت: ٢-٣
(٣) سيپارو ٢٨. سورت جمعہ. آيت: ٥

جو (گهٽتا) ڪتاب ڪٽي وڃي ٿو. جن ماڻهن الله جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو تن جي حالت ڪهڙي نه بڇڙي آهي ۽ الله ظالم قوم کي رستو نه ٿو ڏيکاري.)

هڪ حديث مان به صاف ظاهر آهي ته، عالم امين هوندا آهن، انهن کي حڪمران طبقي (بادشاهن، اميرن، وزيرن، آفيسرن ۽ وڏن ماڻهن) سان گهڻو نه ملڻ گهرجي. ڪين دنيا ۽ زماني جي معاملن ۾ خوامخواه ٽنگ اڙائڻ نه کپي، ڇوته اهڙن ماڻهن سان گهڻي صحبت ۽ ميل جول جي ڪري، ظلم ٿيڻ جو امڪان آهي. البت ڏسجي ته جيڪڏهن بي ديني ۽ بدعت وڌڻ جو خطرو آهي ۽ حڪمران به انهن سان شامل آهن. هونئن به مشهور آهي ته "ماڻهو بادشاهن جي دين تي هوندا آهن" ته پوءِ عالم رباني حاڪم وٽ اچي وڃي سگهي ٿو، جيئن ان کي بدعتن ۽ ظلم کان خبردار ڪري ۽ بچائي ۽ عوام کي به بدعت ۽ بي ديني کان خبردار ڪري ۽ بچائي جيئن حاڪم سان گڏ عوام مان به بدعت بي ديني جي پاڙ پٽجي وڃي. جيئن ته دنيا مڪار آهي، ان ڪري عالمن ۽ قاضين کي تيستائين حڪمرانن وٽ نه وڃڻ گهرجي، جيستائين انهن سان ملڻ جي سخت ضرورت نه پوي. ڇاڪاڻ جو حڪمرانن سان ملڻ ڪري ذاتي تعلقات ۽ لڳ لاڳاپا وڌن ٿا. جنهن ڪري حق ۽ سچ، عدل ۽ انصاف کي نقصان رسڻ جو انديشو ٿئي ٿو. هڪ ٻي حديث ۾ اهو به آيل آهي ته، "جڏهن ڏسو ته ڪو علم وارو يا عالم، حڪمران سان گهڻي ميل ملاقات ڪري ٿو، پوءِ سمجهو ته اهو دين جو چور آهي."

جيڪو به حڪمران خدا جي دين جو مددگار هجي، ان کي گهرجي

تہ ڪافرن ۽ بدعتين جي سرڪوبي ڪري. بي ديني ۽ بدعت کي اسرڻ نہ ڏئي. حڪومت جي معاملن، جيئن عشر زڪواه وغيره جو انتظام ڪافرن، بي دين ۽ غير ذميدار مائهن جي حوالي نہ ڪري. حڪمران کي گهرجي تہ علم جي سڌاري ۽ وڌاري لاءِ ڪوشش ڪري، اهلسنت جي عالمن جي تربيت ۽ همت افزائي ڪري تہ، الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪيس مدد ڏيندو ۽ بهشت عطا ڪندو.

بي عمل قاضين ۽ منتظمين جي باري ۾ تنبيه ۽ رهبري لاءِ گهٽيون ئي حديثون آيل آهن:

- الله تعاليٰ کان ڊڄو، بيشڪ الله تعاليٰ وٽ اوهان جا پائر اهي آهن جيڪي علم جا طالب آهن......... اِلیٰ آخِرِهِ.

- قيامت جي ڏينهن اهو قاضي يا فيصلو ڪندڙ الله تعاليٰ جي رحمت کان پري هوندو، جيڪو ان ڳالهہ (انصاف) جي مخالفت ڪري ٿو، جنهن جو کيس حڪم ڪيل آهي. يعني جيڪو قاضي يا جج رشوت يا سفارش تي فيصلو ڪري ۽ انصاف کان ڪم نہ وٺي تہ اهو قاضي يا جج قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي رحمت کان تڙيل هوندو.

- الله تعاليٰ طرفان رشوت وٺندڙ ۽ رشوت ڏيندڙ تي لعنت آهي ۽ جيڪو ٻن ڌرين جي وچ ۾ رشوت جي ڏي وٺ جو ڌندو ڪري يعني دلال بڻجي تہ الله تعاليٰ جي ان تي بہ لعنت آهي. (حديث)

پڄاڻي ۾ دعا:

هيئنر "حاصل النهج" جي پڄاڻي ۾ اسان جي موڪلاڻي آهي. اسان کي هروقت الله تعاليٰ جي اڻ کٽ مهرباني ۽ ڀلائي درڪار آهي. الله تعاليٰ اسان کي سيني ظاهري باطني خطرن کان امن امان ۾ رکي، دين دنيا ۾ وڏو مرتبو ۽ اعليٰ رتبو عطا فرمائي ۽ ٻنهي جهان موچارا ڪري. آمين.

وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالىٰ عَلىٰ خَيْرِ خَلْقِهٖ سَيِّدِنَا وَحَبِيْبِنَا مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ۝

هيءَ ڪتاب صفر مهيني سن ٩٧٦هجري ۾ لکجي پورو ٿيو.



Every Muslim country produced eminent educators, but their contributions are not fully known due to want of record, which has partly perished and partly remained unpublished and unstudied so far. *Al-Zarnuji's* "Education of the Learner: The Method of Study."* incorporating some of the basic principles of educational psychology and methodology, was written by the turn of the 12th century A.D., thus indicating an early development of professional thought in education *Nahjal-Ta'allum,* a comprehensive work on education written in Sindh (Pakistan), by ja 'far al-Bubakani, towards the middle of the 16th century, confirms the continuous development of educational thought and practice throughout the Muslim countries.

Sindh University,
Hyderabad, Pakistan.

N. A BALOCH

---

* Burhan-al-Din al-Zarnuji: *Ta'lim al-Muta' allim: Tariqat al- Ta'allum* of which the Arabic text was published from Bombay (1307 A.H.) and Cairo long ago. It was translated into English under the title "Instruction of the Student: The Method of Learning" by G.E. Von Grunebaum & Theodora M. Abel and published under the auspices of 'The Iranian Institute and School of Asiatic Studies', Kings Crown Press, New York, 1947.

# PREFACE

In Muslim society education received the greatest possible attention from the very beginning. The concept of compulsory education for every individual member of the society, man and woman, originated in the injunctions of Holy Quran and the teachings of the Prophet (may peace of God be on him). Read was the very first word of Quran and as such the Prophet laid it down that 'Acquisition of knowledge is obligatory upon every Muslim, man and woman.' He selected a team of teachers and sent them to the various sections of the new Muslim community throughout Arabia. His direction to the teachers-"Make it easy, do not complicate"-underlined the basic principle of methodology in teaching and gave impetus to the development of the teaching profession.

Education in the Muslim society was essentially a community concern. It was free from the State control, though actively supported by liberal grants from the public treasury. Freedom in organizing the educational institutions and planning the curriculum at all levels, freedom in devising the teaching practices, developing and using the instructional materials, determining the certifcation procedures and, above all, freedom in holding and propagating educational views were the main characteristics of the educational enterprise in the Muslim society. The teacher occupied the central position, enjoyed a high social and professional status, and wielded real power in organizing and directing education at all levels. In essence, education in the Muslim society was controlled by the Teachers and supported by the community.

The contributions of Muslim teachers and educators towards educational theory and practice, are just beginnig to be known to the outside world. They were undoubtedly the leaders in educational thought for about ten centuries, from the 7th to the 17th century A.D., and without a thorough knowledge of their contributions the history of educational thought and practice cannot be written adequately.

# NAHJ AL-TA'LLUM

**A Mid-Sixteenth Century Work**
**on**
**Methods of Education**

By

**JA'FAR AL-BUBAKANI**




UNIVERSITY OF SIND
HYDERABAD SIND
PAKISTAN
1969

